# ڪليات مصري شاهہ امام

سنڌي، هندي، سرائڪي، اردو ۽ فارسي
نظم، ڪافيون، وايون ۽ بيت.

مرتب:

**مقبول احمد ڀٽي مرحوم**

بي. اي. (آنرس) ايم. اي

۽

سنواريندڙ:

**مصري شاهہ ميموريل ڪميٽي نصرپور**

سابق: مصري شاهہ ميموريل ڪوآپريٽو ڪائونسل 1961ع
موجوده: مصري شاهہ ميموريل ڪميٽي نصرپور 1976ع

حق چو واسطا قائم

نگران اعلیٰ

**سيد عاشق حسين شاهه رضوي**

موجوده صدر: مصري شاهه ميموريل ڪميٽي نصرپور

ڇپائيندڙ:

**مصري شاهه ميموريل ڪميٽي نصرپور**

تعداد هڪ هزار 13 آڪٽوبر 1986ع

صفحه نمبر 4 کان 276 تائين

ڇپيندڙ: سهڻي پرنٽنگ پريس، کوڪر محله حيدرآباد

باقي صفحا

نيو گرين پرنٽرس، حاجي شاهه چرنگ، صدر، حيدرآباد

# ڪجھ پنھنجي طرفان.....

حضرت مصري شاھ امام رضوي جي ڪلام تي مشتمل رسالو ١٩٨٣ع ۾ "مختصر ڪلام مصري شاھ امام" جي نالي سان شايع ٿيو ھو. ان رسالي ۾ اسان وعدو ڪيو ھو تہ جلد ئي مصري امام جو مڪمل ڪلام شايع ڪنداسين. اسان پنھنجي وعدي مطابق مصري شاھ امام جي مڪمل ڪلام تي مشتمل ھيءُ رسالو "ڪليات مصري شاھ" جي نالي سان شايع ڪيو آھي، جيڪو اوھان جي سامھون آھي.

"ڪليات مصري شاھ" ۾ سائين مصري شاھ جو مڪمل ڪلام ڏنو ويو آھي. جيڪي ڪافيون، بيت ۽ وايون پھرين رسالي ۾ شايع ٿيڻ کان رھجي ويون، اھي سڀئي موجوده رسالي ۾ شامل ڪيون ويون آھن. مطلب تہ ھن رسالي ۾ مصري شاھ امام جو سمورو ڪلام شامل آھي.

اسان جي والد بزرگوار سيد غلام قادر شاھ رضوي مرحوم جي اھا خواھش ھئي تہ مصري شاھ امام جي مڪمل ڪلام تي مشتمل رسالو شايع ڪجي. پاڻ پنھنجي حياتيءَ ۾ ھہ رسالي جي ڇپائيءَ جو ڪم شروع ڪرايائون؛ پر افسوس جو حياتيءَ ساٿ نہ ڏنو ۽ پاڻ ھن فاني دنيا مان لاڏاڻو ڪري ويا. سندن وفات کان پوءِ رسالي جو ڪم رڪجي ويو ۽ جيڪو ڪلام ڇپجي چڪو ھو، انھيءَ کي گڏ ڪري "مختصر ڪلام مصري شاھ امام" جي نالي سان رسالو شايع ڪيو ويو.

اسان والد بزرگوار جي خواھش مطابق رسالي جو ڪم ٻيھر شروع ڪرايو. رسالي جو سمورو مواد اپريل ١٩٨٣ع ۾ سھڻي پريس جي حوالي ڪيو ويو، پر خبر نہ آھي تہ سھڻي پريس وارن ڪھڙي مجبوريءَ جي ڪري، ٽن سالن ۾ صرف ٢٠٤ پيج ڇپائي ڪري، باقي ڪم روڪي ڇڏيو. بھرحال اھڙيءَ طرح رسالي جو ڪم ڪجھ وقت رڪجي ويو.

آخر ڪجھ وقت انتظار ڪرڻ بعد رسالي جو رھيل ڪم نيو گرين پرنٽرس جي حوالي ڪيو ويو، جن تمام محنت ۽ جفاڪشيءَ سان رسالي جو ڪم مڪمل ڪري ڏنو ۽ ٨ صفر سن ١٤٠٦ ھجريءَ تي مصري شاھ امام جي ٨٠ وھين ورسي مبارڪ جي موقعي تي رسالي جي نمائش ڪئي ويئي.

آخر ۾ آءٌ ٿورائتو آھيان نيو گرين پرنٽرس جي مالڪ سيد ساجد علي حسني صاحب ۽ سائين مصري شاھ امام جي خاص مريد ھڪڙائي قوم جي نوجوانن عبدالغفور ھڪڙائي، علي نواز ھڪڙائي ۽ ھڪ ٻئي مريد فقير محمد عرس ڀرائيءَ جو جن رسالي جي ڪم مڪمل ڪرڻ ۾ پنھنجي دل و جان سان محنت ۽ ڪوشش ڪئي.

— سيد عاشق حسين شاھ رضوي

صدر مصري شاھ ميموريل ڪميٽي، نصرپور سنڌ.

# فهرست

## حسب نسل

# *سيد مصري شاهہ امام رضوي*

سيد مصري شاهہ بن سيد بلند شاهہ بن سيد نافذ شاهہ بن سيد ساجن شاهہ بن سيد رحمة الله شاهہ بن سيد نور الله شاهہ بن سيد لطف الله شاهہ بن سيد عبدالخالق شاهہ بن سيد هاشم شاهہ بن سيد مبارک شاهہ بن سيد سلطان بازيد بن سيد محمد شاهہ بن سيد فخرالدين محمد بن سيد ابو الفتح شاهہ بن سيد علاؤالدين شاهہ بن سيد ابراهيم ثاني بن سيد محمد قاسم بن سيد ابراهيم بن سيد قاسم بن سيد عبدالمکارم زيد بن سيد جعفر بن سيد حمزه بن سيد هارون بن سيد عقيل بن سيد محمد ابو عقيل کنيت بن سيد شاهہ اسماعيل بن سيد عبدالله جعفر ثاني بن سيد امام نقي رضہ بن سيد امام محمد تقي رضہ بن سيد امام علي موسيٰ رضہ بن سيد امام موسيٰ کاظم بن سيد امام جعفر صادق بن سيد امام محمد باقر بن سيد امام علي زين العابدين بن سيد امام حسين عليه السلام بن سيد حضرت علي عليه السلام ابن ابو طالب رضي الله تعاليٰ عنه.

## سيد مريد علي شاهہ رضوي

### "موجوده سجاده نشين درگاهہ سيد مصري شاهہ امام"

سيد مريد علي شاهہ (موجوده سجاده نشين)، سيد عاشق حسين شاهہ، سيد جواد حسين شاهہ، سيد سجاد حسين شاهہ، سيد ذوالفقار علي شاهہ، سيد وجاهت علي شاهہ، سيد مزمل حسين شاهہ سيئي فرزندان سيد غلام قادر شاهہ (سجاده نشين) بن سيد مريد علي شاهہ (سجاده نشين) بن قادر شاهہ (سجاده نشين) بن سيد ڏنل شاهہ بن سيد مريد علي شاهہ بن سيد غلام قادر شاهہ بن سيد مريد علي شاهہ بن ساجن شاهہ بن سيد رحمة الله شاهہ بن سيد عرف ٻني لڏو شاهہ بن سيد نور الله شاهہ (شاهہ نور) بن سيد لطف الله شاهہ بن سيد عبدالخالق شاهہ بن سيد هاشم شاهہ بن سيد محمد شاهہ بن شاهہ مبارک بن سلطان بازيد شاهہ بن محمد شاهہ بن فخرالدين محمد شاهہ بن ابو الفتح شاهہ بن علاؤالدين شاهہ بن سيد ابراهيم ثاني بن محمد قاسم بن سيد ابراهيم بن سيد حمزه بن سيد قاسم بن سيد عبدالمکارم زيد بن سيد جعفر بن سيد حمزه بن سيد هارون بن سيد عقيل بن سيد محمدابو عقيل کنيت بن سيد شاهہ اسماعيل بن سيد عبدالله جعفر ثاني بن سيد امام نقي رضہ بن سيد امام محمد تقي بن امام علي موسيٰ رضہ بن امام موسيٰ کاظم رضہ بن امام جعفر صادق رضہ بن امام محمد باقر رضہ بن امام علي زين العابدين بن سيد امام حسين عليه‌السلام بن سيد امام حضرت علي ابن ابو طالب رضي الله عنه.

# سوانح حيات

## سيد ”مصري“ شاهہ امام رضوي

سيد مصري شاهہ پنهنجي دؤر جو صحيح معنيٰ ۾ نمائنده شاعر چئي سگهجي ٿو، جنهن جي ڪلام ۾ ان دؤر جون سموريون خوبيون ۽ خصوصيتون بخوبي نظر اچن ٿيون. ڪلام جي بي ساختگي، صوفيانہ نڪتہ سنجي، موزونيت، فارسي، عربي، اردو، هندي ۽ سنڌي لفظن جو سهڻو امتزاج، تخيل جي بلندي ۽ ڪلام جي سادگي، سلاست، فصاحت ۽ بلاغت ۱۹ صديءَ جي پوئين اڌ واري دؤر جون خصوصي خوبيون چيون وڃن ٿيون، جي سموريون شاهہ صاحب جي ڪلام ۾ بدرجہ اتم موجود آهن.

۱۲۴۵هہ مطابق ۱۸۲۸ع ۾ سنڌ جي قديم تاريخي شهر نصرپور جي بزرگ خيز سرزمين ۾ هن صوفي سالڪ ۽ شاعر رضوي سادات جي برگزيده گهراڻي ۾ جنم ورتو.

رضوي خاندان جو هيءُ روشن ستارو سيد بلند شاهہ جو فرزند هو جنهن جو سلسلو ستين پيڙهيءَ ۾ سيد هاشم شاهہ سان ملي ٿو. سيد هاشم شاهہ متعلق مير علي قانع (تحفتہ الڪرام، صفحو ۳۹۲) جو قول آهي تہ ”هتي (نصرپور ۾) پهريائين اهو آيو. هن وقت جي رضوي سيدن جو ڏاڏو بزرگوار آهي. وڏو مشائخ ۽ ولي اڪمل ٿي گذريو آهي. هن وقت يعني (تحفتہ الڪرام جي تحرير واري عرصي ۱۷۶۹-۱۷۷۲ع) ڪان اٽڪل ٽيهہ ۽ ڪي سال اڳ (غالباً ۱۷۴۰ع ڌاري) پاڻيءَ جي اٿل ڪري سندس لاش پن سيدن سان گڏ، اصلوڪي جاءِ تان ڪڍي ڪٺي آيا. جيڪي معتبر ماڻهو انهيءَ ڪامل جي جنازي سان گڏ هئا تن کان روايت آهي تہ باوجود هن جي، جو ٽيهن سيد کي ۽ سؤ ويهہ سال گذري چڪا هئا، قبر مان صحيح سالم نڪتو. هڪ انگورن جو ڇڳو تازو ڦڪل ۽ ڪي مصريءَ جا سنگ سندس سانجهي پاسي جي هيٺان لڌائون، جيڪي مريدن پاڻ ۾ ورهائي ڪنيا.“

مصري جي انهن سنگن جو تعبير، سيد مصري شاهہ جو وجود مسعود معلوم ٿئي ٿو، جنهن الهامي ڪلام چوڻ سان سڄي خاندان جو نالو روشن ڪيو. سيد هاشم شاهہ جو سلسلہ نسب ويهن پيڙهيءَ ۾ امام علي نقيءَ سان ملي ٿو، جنهن جو تفصيل رضوي خاندان جي احوال ۾ ڏنل آهي.

## درسي تربيت:

ننڍپڻ ۾ ئي هوندي ڪيس رسول اڪرم صہ جيئان يتيميءَ جو داغ نصيب ٿيو، جنهن ڪري سندس تعليم ۽ تربيت وڏي ڀاءُ سيد فتح شاهہ جي زير نظر ٿي. ننڍي هوندي ڪان ئي مصري شاهہ هڪ ذهين ۽ حساس شاگرد هو، پر سمورن الله وارن وانگر ظاهري اکر ۽ ڪتابي علم ڪيس پاڻ ڏانهن ڇڪي نہ سگهيا. ڪجهہ عرصو مٽيئن پاڙي واري قاضين سان هڪ نهايت لائق ۽ حليم استاد، قاضي گل محمد "گل" جي مڪتب ۾ سنڌي، فارسي ۽ عربي جو ابتدائي درس پرايائين، پوءِ پنهنجي سر (ڪتاب فطرت) پڙهڻ لاءِ ان محدود مڪتب ڪان دست ڪش ٿي ويو. تاهم حافظ جي ديوان، مولانا روم جي مثنوي ۽ سعدي شيرازي جي ڪليات تي ڪيس ڪافي عبور حاصل هو. عربي لغت جي ڪتاب 'قاموس' متعلق مشهور آهي تہ ڪيس ان تي ايترو عبور حاصل هو جو ڪوبہ لفظ پڇڻ سان نہ فقط ان جي معنيٰ ڏسيندو هو، پر ايترو بہ ٻڌائيندو هو تہ آهو فلاڻي صفحي تي آهي! ديوان حافظ، مثنوي مولانا روم ۽ رسالہ لطيف ساري زندگي سندس سفر حضر جا ساٿي رهيا. پيريءَ ۾ پنهنجي ڀائيجي سيد قادر شاهہ کي مثنوي سان درس ٻڌڻ ڏيندو هو.

## حليو :

قد جو پورو پڻو نہ ڊگهو نہ بندرو، ڇاتي ويڪري، منهن گول، چهرو ڪتابي، ڪنڪ رنگو، ڳوراڻ تي مائل، اکيون وڏيون، جيي سدائين مخمور ۽ سرخيءَ مائل نظر اينديون هيون؛ ڀرون جاڙا، سونهاري مُٺ کن، مڇون شرعي، نڪ ڊگهو ۽ زيب دار، وار ٻُوٽتا ڪن تائين رکيل، پر سدائين اڀا ٻيٺل. سفر تان موٽڻ ڪان پوءِ ڀهراڻ سدائين ڪارو پهريندا هئا، جنهن جون ٻانهون ڊگهيون ۽ ڀاسا ڪفنيءَ وانگر کليل هوندا هئا. ڪلهي تي اڪثر ڪاري ڪٽي ڏٽي ويندي هئي. مُٿڻ هميشہ شرعي مرين ڪان مٿي، سوڙهن پانچن سان هوندي هئي. جڏهين حويلي تي يا ڪنهن مريد جي گهر ويندو هو تہ مُٿڻ جي مٿان چادر جي ڏاپ ڏيندو هو.

عام طور مٿو اگهاڙو، حالانڪ نماز ٻڌ گهڻو ڪري مٿي اگهاڙي پڙهندو هو. ڪنهن سفر سانگي آسهڻ مهل ڊگهي نوڪدار ٽوپي پهري، مٿان ڪاري ڪپڙي جو نڪر ويڙهي ڇڏيندو هو.

"ڪلهي ڦاٽو ڪنجرو، مٿو اگهاڙو،
منهنجو ڪڄاڙو، پهنر هن ٻيور ۾!"

## مزاج:

شاهہ صاحب جو جهڙو نالو مصري، تهڙو ئي مزاج مصري جهڙو مٺو ۽ ٺڏو هوندو

هو. سچي عمر ۾ ڪنهن سان ٻاڙو نہ ڳالهايائين. ننڍپڻ ۾ ئي استاد سان سدائين ادب ۽ احترام سان پيش آيو. استاد سان حجائتي نموني ۾ ملڻ ۽ ان سان مذاق ڪرڻ متعلق سموريون روايتون بي بنياد ٿيون.

نوڙت ۽ نياز جو اهو عالم، جو سموري ڪلام ۾ ڪٿي بہ شاعرانہ تعلي ڪان ڪم نہ ورتائين بلڪ پاڻ کي ڪڏهن بہ مصري 'شاهہ' ڪري نہ ڪوٺيائين ۽ محض 'مصري' تي ئي اڪتفا ڪيائين. پاڻ ڪوٺيندو ئي هو، ٻانهپ جو ٻار. سندس پلنگ هميشہ اوتاري ۾ پيل نہ تي ٿيندي هئي، جتي سمورن اميرن، فقيرن، مريدن ۽ خادمن سان ڪچهري ڪندو ۽ قرب ونڊيندو هو. اتي راڳ رنگ جي محفل سان گڏ حاضرين مجلس کي پنهنجي سير سفر جي تجربن ۽ نصيحت آميز لفظن ڪان پڻ آگاهہ ڪندو رهندو هو. نهايت سادو کائيندو ۽ سادو هنڊائيندو هو. ڏينهن جو ٻاجهر جي ماني. ڏڌ ڦڙي يا ساڳ ذري سان ۽ رات کير لپ سان کائيندو هو. ڪاري نير ۾ رڱيل ڪپڙي جي ڊگهي الفي، سندس عمومي پوشاڪ هوندي هئي.

اوائلي عمر شاهہ نور الله نوريءَ جي درگاهہ وٽ پنهنجي سر ڪيتي جو شغل بہ ڪندو هو، جو سفر تي اسڻ واري وقت تائين جاري رهيو.

## سير و سفر:

شاهہ جي زندگيءَ جي هڪ ساٿي، قاضي حاجي عبدالحي صاحب، جيڪو شاهہ صاحب جي انتقال جي وقت ٢٦ ورهين جو هو. تنهن جو مصدقہ بيان آهي تہ، سائين مصري شاهہ ٢٤ - ٢٥ سالن جي عمر ۾، ڪنهن الهامي اشاري ملڻ سان اچانڪ سفر تي روانو ٿي ويو، جنهن جي سندس گهر جي ڪنهن بہ ڀاتيءَ کي سُس نہ پئي. اٽڪل ١٥ يا ١٦ سالن تائين ٿرپارڪر، اجمير، جهوناڳڙهہ، جوڌپور، جيپور، ڪڇ، هنگلاج ۽ گرنار جا ڀٽ، سنياسي، آديسن ۽ جوڳين سان گڏ جهاڳيو، آبو جبل تي ڪافي عرصي تائين چلہ ڪشي ڪري، ٤٠ سالن جي عمر ۾ موٽي جڏهن پنهنجي اوتاري تي آيو، تنهن وقت سندس شڪل ۽ صورت ۾ ايتري تہ تبديلي اچي چڪي هئي جو سندس سڳو ڀاءُ سيد فتح محمد شاهہ صاحب بہ ڪين سڃاڻي نہ سگهيو.

## واپسيءَ بعد:

دنيا کي چڱيءَ طرح سان ڏسي وائسي اچڻ ڪان پوءِ شاهہ صاحب پنهنجي اوتاري جي ڪنڊ وٺي ويهي رهيو ۽ دنيا سان اڪثر لاڳاپا لاهي ڇڏيائين.

سندس روزانہ معمول هوندو هو، جو وڏي اسر جو اٿي، شاهہ محمود جي درگاهہ تي حاضري ڀري، اوطاق تي چونڪي ڏيندو هو، جتي اڪثر ڪري سائين قادر شاهہ، پرتو،

جيئندو ۽ يعقوب (حجام)، ڪامل، حاجي ۽ ڇتو (شيدي) ۽ ٻيا ڪيترا ڳائڻا سائين سنگت ڪندا هئا. سائين مصري شاهہ ڳائڻن کي ڀرين چڱيءَ طرح سان ڪلام ياد ڪرائي، سُر سيکاري ۽ پوءِ آلاپ جي اجازت ڏيندو هو. سندس ڪلام ۾ وري اهڙي ڪرامت رکيل آهي، جو ڪنهن به ڪافيءَ جو مصرعو هيٺ مٿي ڪري چوڻ سان ڳائڻي کان سُر تال وسري وڃي، جيسين هو وري ڪلام جي ترتيب پوري ڀيهاري. عام طور ساز، دلو ۽ يڪتارو هوندو هو. سندس پاڙيچو قادر شاهہ، جو پنهنجي سُر ڳائڪيءَ جي فن جو وڏو ماهر ٿي گذريو آهي، سائس گڏ ستار کڻي ويهندو هو. اتي ئي ڳڙو واپرائي، جو 'مائي ليلان' اسر سان تيار ڪري رکندي هئي. فجر جي نماز درگاهہ شاهہ محمود پر واري مسجد ۾ ادا ڪري، وري اچي اوتاري ۾ ڪچهري ڪندو هو، جنهن ۾ قسمين قسمين وڏا ننڍا ماڻهو شريڪ مجلس ٿيندا هئا. بعض ڪي پرديسي ڳائڻا ڪٿان ڪٿان ڪڏهن اچي سائين سان صحبت ڪندا هئا. سندس روزانو ڪچهري جي صحبتين مان قاضي حاجي عبدالحي جي والد قاضي ميان خير محمد، تاجپوري نواب دائود خان ڏاڏي نواب حاجي علي مردان، فتح خان کوکر، قاضي ميان ولي محمد، قاضي ميان محمد رحيم، عرضي خاصخيلي ۽ وسٽي خاصخيلي جا نالا قابل ذڪر آهن.

سندن ڪچهريءَ جو عام دستور اهو هوندو هو جو پاڻ هڪ هنڌ تي ويهندو هو ۽ سمورا حاضرين عنايت ادب ۽ احترام سان حلقو لڳائي دوزانو ٿي ويهندا هئا. سندس توڙي حاضرين جا ڪنڌ هيٺ جهڪيل هوندا هئا، ۽ مجلس تي ماٺ جو عالم طاري هوندو هو. ڪنهن سائل جي سوال تي ڪنڌ کڻي، معقول ۽ مختصر جواب ڏيڻ کان پوءِ منهن وري به موڻن ۾ هوندو هو. راڳ به اڪثر انهيءَ نوعيت سان ٿيندو هو. ڪلام چوڻ ڀهل ته وار به آيا ٿي ويندا هئا. انهيءَ جلالي عالم ۾ جيڪو ڪلام اظهار ٿيندو هو، اهو سندس پاڙيچو سيد قادر شاهہ يا ماستر قاضي عبدالرحيم لکندا ويندا هئا. قاضي صاحب شعر گوئي ۾ سندس شاگرد پڻ هو. قاضي صاحب پاڻ به ڪافي ڪلام چيو آهي، جو سندس فرزند وٽ موجود آهي. ٻنهي ڄڻن جي غير موجودگيءَ ۾ حاضري جا فقير اهو ياد ڪري ڇڏيندا هئا ۽ بعد ۾ ٻنهي صاحبن مان ڪنهن هڪ کي لکائي ڇڏيندا هئا. ننڍي الهيار ۾ ڪلام چوڻ مهل حاجي جمع پانولي جو پٽ حافظ محمد اهو لکندو ويندو هو، جو پوءِ بعد ۾ سائين قادر شاهہ هٿ بياض ۾ لکي ڇڏيو. سائين مصري شاهہ وڏو خوش نصيب هو، جو کيس هي ڪاتب نصيب ٿيا ۽ سندن سمورو ڪلام محفوظ ٿي ويو، ورنہ ڪلام جي گهڻي حصي جي ضايع ٿي وڃڻ جو امڪان هو. ڪن روايتن مطابق ڪلام جو هڪ نسخو سائين مصري شاهہ پنهنجي اوتاري واريءَ کوهيءَ ۾ اڇلرائي ڇڏيو، پر اها روايت اڪثر قديم شاعرن متعلق مشهور ڪيل "روايتي راويتن" وانگر ئي معلوم ٿئي ٿي.

ساڳيءَ طرح شام جو پڻ محفلِ سماع منعقد ٿيندي هئي، جنهن ۾ مختلف ڳائڻا

شاهہ عنايت رضوي، شاهہ نور الله، لطيف سائين، سچل سرمست ۽ مصري فقير جا ڪلام ڳائي روح رهاڻ ڪندا هئا.

## دنيا مان بي تعلقي:

دنيا ۽ دنيا وارن سان بي تعلقيءَ جي حد اها جو ساري زندگي "مرد مجرد" ٿي رهيو. پنهنجي حويليءَ ۾ هفتي ۾ فقط هڪ دفعو ويندو هو. پنهنجي پٽ جي گهر ۾ آميد واريءَ جي خبر ڪيس سيد قادر شاهہ جي توليد ٿيڻ ۽ مبارڪ ملڻ تائين ڪانہ هئي. ڪنهن بہ شخص سان گهٽي حجت ۽ گهرائي نہ هوندي هئي.

سندس زمين جو عام مختيار خليفو لونگ گجر، زمين جي پيدائش کڻي ايندو هو، پر ڪڏهن بہ ان سان اهڙو حساب نہ ٿيو تہ ڪيترو ڏيڻ کپي ۽ ڪيترو ٿو ڏين. جيڪا بہ رقم خليفو آڻيندو هو، علي الحساب تهيءَ ۾ هلي ويندي هئي.

## خيال ۽ عقيدا:

سائين مصري شاهہ اوتاري آيل هر سائل جي سوال پوري ڪرڻ جي حتي الامڪان ڪوشش ڪندو هو، ڪنهن کي دعا، ڪنهن کي دوا، ڪنهن کي تعويذ لکي ۽ ڪڏهن ڏاڍا وني پيو ڏيندو هو، انهيءَ جي باوجود سندس لِللهيت هيٺين واقعن مان ظاهر آهي:

"تاجپوري نوابن مان هڪ مائي ونس پٽ لاءِ سوال کڻي آئي. مائي جي گهڻي زور ڀرڻ تي ڪيس هڪ تعويذ لکي ڏنائين، سال بعد ساڳي مائي جا رشتيدار وڏي اهتمام سان ميندي کڻي سائين وٽ پهتا، جو سندن مراد پوري ٿي هئي. شاهہ صاحب ڪائڻ ڪنهن بہ نذراني وٺڻ کان اڳ، آهو تعويذ کڻي اچڻ لاءِ چيو، جو کولي ڪچهريءَ وارن پڙهيو تہ منجهس لکيل هو: "زن را بچا زايد، مرا ازين چہ؟"

"ونس ڪو شخص تپ لهڻ لاءِ تعويذ لکرائڻ آيو، پاڻ ڪاغذ ۽ قلمدان کڻي پرسان ويٺل چوڪر قاضي پير ڏني کي ڏنائين تہ تعويذ لکي ڏي. ٿنين - چوئين ڏينهن اهو شخص ريڙ ۽ ڇيڙ نذراني طور کڻي آيو، جو سندس تپ لهي ويو هو. مصري شاهہ ڪيس چيو تہ "ابا! اهي شيون وڃي قاضي پير ڏني کي ڏي، جنهن جي تعويذ سان تنهنجو تپ لٿو آهي."

سيد مصري شاه جي استغراق واري عالم ۾ هجڻ جو ذڪر ڪندي حاجي قاضي عبدالحي هڪ پيو واقعو ٻڌايو تہ جهوڪ شريف جي ميلي جي موقعي تي سجادہ نشين پير حاجي عبدالستار شاهہ جي اوطاق تي وڃڻ ٿيو. سائين مصري شاهہ بہ اتي آيل هجي. دستور مطابق حاضرين حلقو ٻڌيو، ذات جي مهر هٿيو ويٺا هئا، ٻين ۾ ٻاگنارڻيءَ وارو سائين زڪيل شاهہ،

جو ٻارهين پنهنجي مال جي لٽ ڪرائيندو هو، ٿرپارڪر ضلعي لوڪل بورڊ جو صدر خانصاحب محمد اسماعيل پرڪڙي، چيف آفيسر قاضي نور محمد ۽ ٻيا انڪل سؤ سوا سؤ ڪن ماڻهو هجن، جن ٻڌايو ته ڪلاڪ ڪان مٿي مهل گذري چڪي آهي جو سائين استغراق جي عالم ۾ آهي. اڌ منو ڪلاڪ پيو به ويٺاسين پر اهائي ماٺ. اتي مون سائين جو ”دنيا جي طلبي متعلق چيل اهو ڪلام پڙهيو ته: ”هڪڙي ڏينهن درويش دل دانهہ ڪان مون هنيئن ٻڌيو“ ته ايتري ۾ پاڻ ڪنڌ مٿي ڪئي مون ڏانهن نهاريائون، ڏٺم ته اکيون ائين زارو قطار پيون ڳڻن، جڻ نار پيا وهن. ان بعد چوڌاريءَ نگاهہ ڦيرائي هر ڪنهن سان حال ونڊيائون.

## پير محمد زمان شاهہ جي درگاهہ تي حاضري:

مسلسل ۱۴ سال سير سفر ڪري موٽڻ ڪان پوءِ پاڻ هر سومر رات جو ٽنڊي الهيار ۾ پير محمد زمان شاهہ جي درگاهہ تي حاضري ڀرڻ ڪان سواءِ پيو ڪيڏانهن به ايندو ويندو نه هو. سفر ۾ ساڻس به چار فقير گڏ هوندا هئا. ڪتارو، پيراڳڻ ۽ ٿهي (ڦاڙي جي ڪل سان ٺهيل هڪ مضبوط ڳوٿري، جنهن مٿان ڪپڙو چڙهيل ۽ پاسي ڪان ڪلف لڳل هوندا هئا.) سفر ۾ لازمي طور ساڻس گڏ هوندا هئا. ٿهي، ڪنهن فقير جي ڪلهي ۾ هوندي هئي. ٽنڊي الهيار ۾ نصرپور جي ناڪي تائين گهوڙن تي چڙهي، اتان ادب وچان، پيرين پيادو درگاهہ تائين پهچڻ ٿيندو هو. اڱاري ڏينهن يا ڪڏهن ته اربع جي ڏينهن تائين اتي حاضري ڀري، ختمو ڏئي واپس ورندو هو. ان وقت پينڪ مارڪيٽ واريءَ نم جي هيٺيان واري اوتاري ۾ هوندي هئي. بعد ۾ مهگن پانولي واري جاءِ ملڻ ڪان پوءِ اتي ئي ڏاڍو ٿيندو هو.

سليمان ولد رمضان شيدي، جو سائين جي سفر تان موٽڻ مهل ۲۰ ورهين جو نوجوان هو ۽ اڪثر ڪچهريءَ ۾ ايندڙ هو، ڳالهہ ٿو ڪري ته: اتي ٽنڊي الهيار ۾ به هر قسم جا ماڻهو سائين جي ڪچهري ۾ موجود هوندا هئا. اوتاري جو فقير عارب پٽ احمد شيدي هو. ٻاهرين ڳائڻين ۽ طوائفن جو به اڪثر اچڻ ٿيندو رهندو هو. انهن ڪان سواءِ سندس خاص ڳائڻ سان نڳيو ۽ موسو خاصخيلي، سوڀان، ڪامل، حاجي حبيب ۽ سهاڳو (شيدي) مشهور هئا. اتي به ڪنهن وقت وجد ۾ اچي سائين ڪلام چوندو هو، جو حافظ محمد پانولي بروقت قلمبند ڪري ڇڏيندو هو: سندس اتي جي مصاحبن مان عثمان چوڙيگر، موج شاهد جا نالا ذڪر ڪرڻ جي قابل آهن. مريد وٽان سمورو نذرانو اتي حاضرين مجلس ۾ ئي ورهائي ڇڏيندو هو.

## آخري ايام:

پنهنجي عمر جي آخري حصي ۾ سائينءَ ڪيڏانهن به اچڻ وڃڻ بنهہ بند ڪري

ڇڏيو. فقط پير محمد زمان شاهہ جي درگاهہ تي چونڪي ڏيڻ لاءِ مهيني ۾ هڪ دفعو ماهہ ڀرين سوسر تي لازمي طور حاضري پرڻ ويندو هو. سن ١٩٠٠ع ۾ جڏهن سنڌ جي اڪثر شهرن ڪراچي ۽ حيدرآباد شهرن ۾ وبا ڦهلجي چڪي هئي، تڏهن ان جو اثر نصرپور تي به پيو ۽ ماڻهن لڏڻ شروع ڪري ڏنو. سندس قبيلي جي نوجوان ٻاڳاري ميان خدا ڏنہ سائس صلاح ڪئي تہ پاڻ ڪي بہ هتان هجرت ڪري ڪنهن ٻئي صحت مند هنڌ تي هاڻ گهرجي. ڪيس جواب ڏنائين تہ "هتان هاڻ سان شايد بچي تہ پنجي پر هتي مرشد (شاهہ محمود رحہ) جي نيلن جي ڇانوَ آهي، اها ڪٿي بہ نصيب نہ ٿيندي." بهرحال ٿيندو اهوئي جيڪو ڪاتب تقدير اڳ تحرير ڪري ڇڏيو آهي. آخر تائين سندس خاندان مان ڪوبہ گهر لڏي نہ ويو ۽ سمورا سادات پنهنجن ڪکن ۾ محفوظ رهيا.

**وفات:**

۴ ۽ ۵ صفر ١٢٣٥هہ مطابق ١٩٠٦ع جي وچ واري اڌ رات جو ڪين اچانڪ علالت ٿي، جنهن جي ان کان اڳ ڪابہ ظاهري علامت نہ هئي. انهيءَ مهل پنهنجي پوئين ڪافي "اڄڙ ڏاڍا ڏکيا جيئن، ڏينهن نہ آهري، پنڌ پراهون منزل ڏور!" چيائين. چون ٿا تہ ڪين نزع جي عالم ۾ ڏسي اتي جيڪي موجود هئا، تن کي ارمان ٿيو تہ خدا جي برگزيده بندن کي بہ آخري وقت ۾ ڪيڏي نہ تڪليف ٿي سهڻي پوي! تنهن تي پاڻ اڪيون کولي ڪيس فرمايائين تہ: "ابا! ڪاڏر کي ڪپڙي سان ڪابہ دشمني نہ آهي. هن وير آهي مير سان، سو جيڪا ميرائي آهي اها پاڻ سان ڪٿي وڃڻ بجاءِ بهتر ٿيندو تہ ٿوري تڪليف وٺي هتي ڇڏي هلجي."

**مائي ليلان:**

مائي ليلان جي ذڪر کان سواءِ سائين مصري شاهہ جي سوانح حيات مڪمل نہ ٿيندي، جا مائي صاحبہ ساري زندگي سائينءَ جي سفرحضر ۾ سائس گڏ هئي ۽ سندس انتقال کان پوءِ هڪ سال تائين اوتاري تي مجاور بڻجي ويٺي رهي. آخر اتي مري، مرشد جي پيرانديءَ کان دفن ٿي.

ليلان هڪ ماهر فن رقاصہ، حيدرآباد جي ماڙيچن جي قوم مان هئي، جي دراصل کتري مسلمان ٿيا وڃن ٿا. سندس مائٽ نذري هوندي ئي کيس سائينءَ جي خدمت ۾ ڇڏي ويا. جهڙي هئي شڪل ۽ صورت جي سهڻي، تهڙي ئي ڳالهائڻ ۾ ملوڪ. هميشہ سائين جي اڳيان حاضريءَ ۾ هوندي هئي ۽ اڪ هميشہ مرشد ۾ ڪٽل هوندي هئس. جن ڏٺي تن جو چوڻ آهي تہ نهايت فضيلت ساب، باادب ۽ ڪم گو عورت هوندي هئي. ڪلام فقط سائين جو ڳائيندي هئي ۽ حاضرين جي حلقي ۾ قطار کان هڪ قدم اڳتي، بالڪل سائينءَ جي

سامهون ٿي وهندي هئي. سائين سدائين ”مائي“ ڪري سڏيندو ۽ جمع ۾ خطاب ڪندو هوس. مثلاً ”مائي ليلان فلاڻي ماڻهوءَ کي سڏي وٺجو، فلاڻو ڪم ڪري ڇڏجو.“ وچ ۾ ڪجهه وقت لاءِ مائٽن ۾ موٽي وئي، پر اتي اهڙي ڪا بيماري اچي لڳيس جو سنڌ نہ سگهي پيس، جنهن ڪري رشتيدار وري ڪٺائي سائينءَ جي اوتاري تي ڇڏي ويس. اتي اچي وري جلدي چاڪ چوبند ٿي پئي. ٻولي نالي هڪ پٽ بہ ڄڻيائين جنهن پنهنجي مرشد متعلق هيٺيون بيت چيو آهي:

”سائين سدائين هجين نصرپور ۾ نر، ڏسي تو ڏاتار کي ڪامي مرن ڪر....“

ٻولي جو پٽ محمد اسماعيل هن وقت پوليس سب انسپيڪٽر جي عهدي تي فائز آهي. سندس خاندان مان مائي خوشحالي جنهن تازو وفات ڪئي آهي، ۽ هن وقت مشهور رقاصہ شمع حيدرآباد ۾ رهي ٿي ۽ عرس جي موقعي تي هر سال درگاهہ تي چونڪي ڏيڻ لاءِ حاضري ڀرينديون آهن.

سندس جسم خاڪي شاهہ محمود جي متبرڪ درگاهہ جي اتر طرف سپرد خاڪ ڪيو ويو. سندن آخري آرمگاهہ تي جوڌپور مريدن پنهنجي ملڪ مان ڳاڙهو پٿر آڻي سندس پاڻيٽي ميان علي غلام شاهہ جي نظرداري هيٺ، مزار مبارڪ مٿان ڳاڙهي پٿر جي عمدي ڇٽي ٺاهي ڇڏي آهي.

هر سال ٥ صفر تي سندن ساليانو عرس انتهائي احترام ۽ اهتمام سان ملهايو ويندو آهي.

شاهہ مصري امام پنهنجي شعر ذريعي انسان ذات کي سمجهائي ٿو تہ، ”هٺ ۽ هٺ ڇڏ، خودي ڪاڻ، عجز ۽ نياز اختيار ڪر، وڃ هٺ جو ڇڏ ويڙي، ترهوم پڌتڪرارجو، لالچ ۽ لوڀ، ڪوڙ ۽ ڪپٽ کان اندر کي صاف رک. سندن اخلاق ڪرداري بزرگي ڪيترن ماڻهن کي متاثر ڪيو. جنهن ڪري سندن مريدن جو دائرو وسيع ٿيندو ويو. ميمڻ قوم جا ڪجهہ ماڻهو جيڪي اصل نصرپور جا رهاڪو هئا، ۽ سندن معتقد هئا سي نصرپور مان لڏي ڪراچي ۽ پوءِ اتان دنيا جي جدا جدا حصن، يوگنڊا، ڪينيا، نيروبي، برطانيہ، ۽ امريڪا جي جدا جدا شهرن ۾ ڪاروبار جي خيال سان پکڙجي ويا آهن، پر مرشد جي حاضري ڏيڻ ڪين وساريندا آهن. انهن مان ڪن ڪو ماڻهو پنهنجي اهل و عيال سميت هر سال اچيو سلام ڀري يا خط لکيو دعا لاءِ طلب ڪندا آهن. ازانسواءِ هندستان جي ڪيترن حصن دهلي، اجمير، جيسلمير، جوڌپور، ٻاڙمير، بمبئي، گجرات، ٿر ۽ مارواڙ پاسي بہ سندن ڪيترائي مريد آهن، جي پڻ ساليانيِ حاضري ڀريندا آهن.

گاديءَ تہ سندس پاڻيٽيو علي غلام شاهہ ولد سيد فتح محمد شاهہ ويٺو، جنهن بعد ١٩٢٨ع ۾ رضا ڪئي. کيس ڪوبہ اولاد نہ هو، جنهن ڪري سندس ماسي جي ٻٽ

سيد قادر شاهہ جو پنهنجي وقت جو وڏو حڪيم ۽ موسيقيءَ جو ماهر هو، گادي ڌڻي ٿيو.

مصري شاهہ ڪيس پنهنجي ڀائٽيءَ سان شادي ڪرائي هئي، جنهن مان ڪيس ٻه پٽ ڄاوا. ننڍو سندس حياتيءَ ۾ ئي راهہ رباني وٺي ويو ۽ وڏي سيد مريد علي شاهہ مسند ماڻي. سائين مريد علي شاهہ بعد سندس لائق فرزند سيد قادر شاهہ ثاني مسند ماڻي. سيد قادر شاهہ بعد سندس خوش اخلاق ۽ لائق فرزند سيد مريد علي شاهہ ثاني هن وقت مسند نشين آهي.

**پيغام:**

سمورن صوفي سالڪن وانگر سيد مصري شاهہ تي پنهنجي دور ۾ اهوئي ازلي پيغام پهچائڻ جو فرض عائد هو، جو ڪانئس اڳ شاهہ عنايت رضوي، شاهہ لطيف، سچل سرمست ۽ ٻيا اولياء الله ڏيندا ويا. مصري شاهہ جو سمورو صوفيانہ ڪلام انهيءَ مرڪزي خيال تي ڦرندو نظر اچي ٿو تہ: "ذات نسورو نور، آيو سانگ ڏکي صورت جو." جيئن سچل چيو تہ: "اهو انہ ارمان، ڇا منجهان هت ڇا ٿي آيس." مصري شاهہ ساڳي ڳالهہ پين اکرن ۾ دهرائي تہ: "اهو آهي افسوس، ماڳ، مسافر ٿي مالڪ ويٺو." انسان کي پنهنجو اصلي مڪان ياد ڏياريندي شاهہ صاحب ڪيس ياد ڏياريندي هليو تہ: "ڀکي تون تہ آهين پرڏيهي، ڪهڙي وہ ڪان ڇڏيوئي؟" "هستي ڇڏ هن جاہ، ٿي مساڪن ملڪ عدم جو." شاہ لطيف دنيائي تماشن ۾ غافل انسانن کي سجاڳيءَ جي دعوت ڏيندي فرمايو: "ستا اٿي جاڳ، ننڊ نہ ڪجي ايتري، تو جو ماڙيهہ سمجهيو سو مانجهاندي جو ماڳ." مصري شاهہ ان کي ڪافي جي صورت ڏني چيو: "مانجهاندي جو ماڳ پلو بار ميان، راهہ مسافر رات وهائي!"

دنيا جي بي ثباتي جي دليل طور ان کان وڌيڪ بهتر پيو ڪهڙو مثال ٿي سگهي ٿو تہ "قطرسينءَ جو ڪارخانو، ڪکر ڇانءَ، ڪوڙو ڇمر." دنيا کي هڪ ڇنبل ڏکيل ڪنوار سان مشابهت ڏيندي مصري شاهہ هڪ اخلاقي نظم ۾ چيو آهي تہ: ان مڪار رن ملمعي ۽ مڪر سان منهن ڇنيو آهي، جنهن کان نفس نافرمان کي بچائڻ جي واحد واٽ اها آهي تہ، خودي جي خام خيال کي جلائي ڇڏجي تہ پوءِ ڇڻ ناڪس کي زنجير پنجي ويندا. دنيائي عيش متعلق ڪهڙو نہ صحيح چيو اٿس:

"عيش دنيا جا مڙيئي مانُ وارا ۽ ملوڪ،
سک هڪڙيءَ ساعت جو، ساري عمر جو سور ٿيو!"

مصري شاهہ جو سمورو ڪلام بي خبر انسان لاءِ سجاڳيءَ جو سڏ آهي: "جاڳ ڏي جيءَ کي جفا، ڳنوار غفلت کي ڇڏي، رات اپڻ اکيون تو کي نياڳا ننڊ نہ ڏي." ان نياڳ، جي ننڊ سان سجاڳ، ڪري ڪيس هڪل هڻي ٿو تہ: "هتڻ ۽ هستي اٿئي پتل پت جو پروسو، تانهن آهين تانهن ٿي ويهہ، تاهہ ۾ نجهرو اڏي." هن حياتي کي حباب مثل

ڪوڙي ڪڪر جي ڇانوَ سڏي، سيد مصري شاهه انسان کي تنبيهه ڪري ٿو: ”هڙ پرائيءَ تي هونئن ٿي بانور رکي ويٺو آهين، ڇني ڏسي شيڪجين ويند ٿي وٺي ويلي ڪنهين.“ پنهنجي اصلي ماڳ ڏانهن موٽڻ جي مهميز مصري شاهه جي ڪلام جي هر سٽ ۾ مضمر آهي، جنهن سان گڏ هو ماڳ جي مسافر کي اڳوان آگاهه ڪري ٿو ته: ”هي نه تنهنجي تون نه هن جو، عمر مايا ڪوڙ ڇاڻ، موڙتون ماڳهين مسافر رات ٿو رڻ ۾ رهين.“ اهائي تنبيهه ۽ تلقين آهي جا الله جا برگزيده بندا وقت بوقت ڪندا پئي آيا آهن، ڪندا رهن ٿا، ۽ تاقيامت ڪندا رهندا.

## مصري شاهه امام جي ڪلام جون ادبي خوبيون:

هن ڪامل شاعر جي ڪلام ۾ سڀ شاعرائيون خوبيون موجود آهن. سندس بيت ڏوهيڙا، وايون ۽ ڪافيون قديم شاعرن وانگر ڇند وديا جي متن تي ٺهيل آهن ته غزل فارسي شاعرن وانگر علم عروض جي قاعدن تي ٺهيل آهن. منجهن ڪيترين ئي لاثاني تشبيهون، استعارا ۽ صنعتون ڪم آيل آهن جن مان ڪي هيٺ ڏجن ٿيون.

### - تشبيهه:

شاعر جڏهن ڪنهن شيءِ جي ڪليو ڪلايو پيٽ ڪندو آهي تڏهن ان کي تشبيهه چئبو آهي. مثال:- ويندو مثل واءُ جي هيءَ طلسم ترت تمام.......

### 2- استعارہ:

جڏهن اها پيٽ اهڙي ڪلي نه هوندي ته ان کي استعاره چئبو آهي، مثال:- ڪراندر جي آرسي تقويٰ جي صيقل سان صاف“.

### 3- ڪنايون:

لفظن کي اهڙي طرح سان استعمال ڪرڻ جو اصل معنيٰ به قائم رهي پر مجازي معنيٰ جا پيدا ٿئي سا به درست سمجهي وڃي. مثال:-

”موڪل ڏي ته ملير وڃان، راجا راضي ٿيءُ
نه لهي سنگهارن سيءُ اڌو عمر ڇام جو.“

### 4- ايهام:

معنيٰ وهم ۾ وجهڻ. شعر ۾ اهڙا لفظ ڪم اچن جن جون گهڻيون معنائون ٿي سگهن. مثال:-

مثان رانجهن ٿوڙي يوسف مصري، موڙيون مٽي تنهن جو مان،

5- مجاز مرسل:

جيڪڏهن شاعر شيءِ جي عام نالي وٺڻ بدران ان شيءِ جو نالو وٺي جنهن سان اها شيءِ ٺهي آهي يا اصل معنيٰ بدران ٻي معنيٰ وٺجي، پر اها تشبيهه نہ هجي تہ چئبو تہ صنعت مجاز مرسل ڪم آئي. ڪڏ "هنيون" گوندر لڳا اعلاج ٿيو آزار ڪي.

5- مراعات النظير:

جيڪڏهن شاعر هڪ ٻي هنڌ اهڙا لفظ استعمال ڪري جن جي پاڻ ۾ هڪ ٻئي سان نسبت هجي:-

"مرلي سے مجھے موہ کے جوگی جان ليکيوے."

7- تجنيس حرفي:

جيڪڏهن مصرع ۾ اهڙا لفظ ڪم آيل هجن جن جو ڦيرڦار اکر ساڳيون هجي، تہ ان کي تجنيس حرفي چئجي. هيءَ صنعت مصري شاهہ جي شعر ۾ تمام گهڻي استعمال ٿيل آهي. مثال:-

نظر رکي آءُ تو نرمل ناتي ننگ جي الا."

8- تضاد حرفي:

ساڳئي مصرع ۾ بہ لفظ هڪٻئي جا ضد ڪم آيل هجن تہ اها صنعت تضاد حرفي سڏبي. مثال:-

"ڪُن اچي ڪيا قلم، امرونهي سپ ٿيا عدم."

9- تلميح:

جڏهن شعر ۾ قرآن شريف يا حديث يا ڪنهن مشهور ماڻهوءَ بابت يا ڳالهہ بابت ڪو اشارو ڪيل هجي تہ ان کي صنعت تلميح چئبو آهي. مثال:-

فاذڪرو انّي آذڪرڪم ابائن اهجان"

10- صنعت تجاهل عارفانہ:

شاعر شعر ۾ اهڙا لفظ ڪم آڻي جن ۾ ڪا ڳالهہ سمجهي بہ پر ڄاڻي واڻي انجاڻائي ڏيکاري، يعني اها ڳالهہ اهڙيءَ طرح بيان ڪري جو ڄڻ ان بابت ڪجهہ بہ ڪين ٿو ڄاڻي. مثال:-

"دين مذهب ڪٿ رهيا ڪفر ۽ اسلام، رند راهون نهاريندا رهيا."

**11- تجنيس معمہ:**

ڪو نالو ڳجهارت وانگر ڪم آڻي. مثال:-

"آه اشارو عين ات مصري، مٿ چڙ ميدان ڪي."

هت عين مان اشارو حضرت علي رضہ ڏانهن آهي.

**12- تجنيس تام:**

ڪنهن ٻہ مصرع ۾ اهڙا ٻہ لفظ ڪم آڻجن جن جي صورتخطي هڪ جهڙي هجي پر معنيٰ جدا جدا هجي. مثال:-

"تو بلا ٻاڪل مڃڻ ڪهڙا بلا بيمار جا."

**13- تجنيس جمع باتفريق:**

ٻن شين کي اول ڌار ڌار بيان ڪري پوءِ گڏ بيان ڪرڻ کي تجنيس جمع باتفريق چئبو آهي. مثال:-

اندر آڙاهہ عشق جا مگر ۽ ماتام، لهس لوءِ لوسائي تنهن وڌيس.

**14- صنعت ارصاد:**

ارصاد معنيٰ چوڪيدار پهرين ٽ مصرع ۾ ڪو قافيہ ڪم آڻجي ۽ ٻي مصرع ۾ اهڙا لفظ آڻجن جو پڙهندڙ ازخود صحيح ڪري وٺي تہ هن مصرع جو قافيہ ڪهڙو ٿيندو.

مثال:-      ساريو ساربان روز رهاٿيون، تارا تڪيندي راتيون وهاٿيون.

**15- صنعت حسن التعليل:**

ڳالهہ جو مشهور سبب ڪو ٻيو هجي پر شاعر ان لاءِ ڪو سهڻو سبب ڏي.

مثال:-      ذري سونهن يوسف ڪي بازار نياٿون،

بنا ملهہ مقيد خريدار ڪياٿون،

مصر ۾ نہ منظور ٿيو ماهتابي.

**16- صنعت ضرب الامثال يا ارسال المثل:**

شعر ۾ ڪو پهاڪو ڪم آڻڻ.

مثال:-      جڏهن حب الوطن آندءِ

من الايمان سچ سمجهيءِ

17- صنعت تجريد:

هڪ شيءِ مان ٻي پيدا ڪرڻ ۽ متڪلم پاڻ کي حاضر ۽ آئي پاڻ سان ڳالهائي يا پاڻ کي ضمير غائب ۽ آئي اهڙيءَ طرح ڳالهائي جو ٻيو ڪو به نه سمجهي ته بيان پنهنجو ٿو ڪري يا ٻي ڪنهن جو. ته ان کي صنعت تجريد چئبو آهي.

مثال: 1- ياد ڪر تہ ياد ٿيئن لائي نوان نت نينهڙا،

2- ميون ماڻن سين نہ مار، سمجهہ سياڻا ڪر ڪا سهڻل سائين.

18- بلند خياليءَ جا مثال:

اسين عشق ۾ ٿياسون اٿ، ڪريون ڪوهہ ڪفر ايمان کي.
اسين اڄايل عجز جا ڪريون ڪوهہ وصل ويران کي.

19- منظر نگاريءَ جا مثال:

بالوب ڪا جهوڙا کهول کي، ڪالي ڪيس
ڪنگهي سے قول ڪے، هنس هنس،
ڪے باتيان بول ڪے ڪن گيان ليگيورے.

20- شاهه مصري امام جي شعر پڙهڻ مان معلوم ٿئي ٿو تہ کين تاريخ جي ڄاڻ تمام گهڻي هئي. ڪيترن ئي ڪافين ۽ بيتن ۾ ايران جي مشهور بادشاهن ۽ پهلوانن جي قصن طرف تمام سهڻي نموني اشارا ڏنا اٿن.

مثلاً: حضرت يوسف ع، حضرت موسيٰ ع، حضرت خضر ع، رستم، زال زر، سڪندر، دارا، ڪيڪائوس جو ذڪر وڻندڙ نموني ڪيو اٿس.

— مرتب

## ڪافي نمبر [1]

اکيون از خود اچي آڙيون، ڪري سامان سڪ وارا.

1- جتي جانب لؤن لاين، اچا اتي ئي آيون آهن،

ورڻ واريون هڏهين ناهن، ڪنهين لالچ وچي لڙيون،

هتي بيٺيون نسنگ نعرا.

2- سياه ڪج زلف شب رنگي، ڪري جاوا جهلي جنگي،

بڌي ڪنهن باڻ سان بنگي نپٽ نيندن ڇڏي تڙيون،

وڏا واسينگ وِه وارا.

3- اکين ڏاڍو عشق سولايو، وڃن ٽيون گهور سان گهايو،

مارين مژگان چشم چايو، ڏاڍي ڪنهن چاهه ڪيون چريون،

جهجهن تا نيڻ وِچارا.

4- جادوگر يسار جاڳايون، سڌي سيني سڄڻ لايون،

"مصري" محبت مارايون، پڻن قابو ڪمند ڪڙيون،

ڇلڻ جا سڀ ڇڪڻ چارا.

## كافي نمبر [٢]

برهه جا ٻـان تون ٻيحد، ٻچي ٻاري ٻيٺون ٻالم.

١- منجهان آدم اسان ڪارڻ، چڙي آولا ٿيون اظهر،

چئي العبد انا احمد، سڪڻ جا ساز ڪيئي سالم.

٢- ڪري ڀـورا ٻهت ٻڙ ۾، ٻاتا تــو ڀير ٻاڪيزا،

صنوبر ســروَ ٿيا ساجد، قــري في الحال ٿيا فالم.

٣- جڏهن ميدان جنگيءَ ۾ جڙي جاني ڪيئي جلوا،

انهي شُعلي شمع شــاهد، امام الاِنُس جِنَ و عالم.

٤- وجهي ميخاني ۾ ”مصري“ ٻڌو دُستار تــو دلبر،

وٺي هٿ ۾ وٺي واحد، چڙيئي چوڙي زلف ظالم.

## كافي نمبر [٣]

بروبر بي خوديءَ جا ڀر ٻيارِين يار ٻيمانا.

١- رهي هر حال ۾ مائل، سڏي سائـل تــو اي سهٺا،

ٻيارَي شوق جــا ساغر، ڪيئي داناءَ ديوانا.

٢- ورائي تو اصل ويندا، پيارين ٿو اي ہَٿ ہُر ڪيو،
نِھا وسنئي سدا شل نر، اھڙا محبوب ميخانا.

٣- مِرون ماٺهو مَلڪ حُورون، پڪي، جن، جيت ۽ پريون،
پيو دستؤن تنھنجي دلبر، وتن ٿا مرگھہ مستانا.

٤- سڪي سيمرغ ٿيا ساجد، مٿي ميخانا مَٽ تنھنجي،
برھہ جي بوءِ ڪيا بي پرواہ، آڏاين عشق آشيانا.

٥- گھٽي گھري منجھان گھاٽي، ڪري مروت "مصريءَ" سان،
پياري قدح مان ڪوثر، وسايو خانا ويرانا.

## ڪافي نمبر [٤]

بينا ٿي اچي بي پرواہ، سجڻ سڪندن ڪي اچ سامھون.

١- پرينءَ پري ڪان ہاتي جھاتي- اپري جيئن تارو پرپاتي،
ٿيو صبح ڪيو شمس شعاع- ويئون رات فراق جون شامون.

٢- لاھي نقابا ڪيائون نُر واري- ڪلي ہدن ٿيو باغ بھاري،
ٿري جسي ڪيو ڏھري ناھہ، ٿيو جنات العدن جيئن جامون.

٣- ڪٽي گھنڊ گھورن سين ڳھايائون، سڏي سڪنديون سيني لايائون،
اونايائون اکندن جي آھہ- مخفي طور ڏنائون مامون.

۴- ڇاپائون چشم مبارڪ ڇهرا، ڏيئي لغڙ جيئن لوهون لهرا،
”مصري“ آهن موت مُباح- تَنِ ڪي ڪيو تيغونن طعامون.

## ڪافي نمبر [۵]

ذات نسورو نور، آيو سانگ ڏکي صورت جو

۱- جَمعُ الجْامِعْ جڙُي ٿيو جامِعُ، پاڻيهي پنهنجو طالب طا مع
فضليت فغفور، مخفي راز رکي مورت جو...

۲- سوئي عبد، آحد سو آدم، پاڻيهي پير مريد خادم
دست چڙهڻ دستور، اُي اِرشاد ٿيو عبرت جو...

۳- ”رَبّ آرِنْي لَنْ تَـرانِيْ“، پئي پڌر ٿي پاڪ پيشاني
تاب جلايو طور، شعلو شاهه حُسن حضرت جو...

۴- ”مصري“ موں ملڪ جي ماهي، وڻ ڏنڻ ۾ ڏس وحدت وائي
هرجا هوت حضور، حملو هُل عجب حيرت جو...

## ڪافي نمبر [۶]

ڏاڍا ناز سجڻ ڏيکارين ٿو، مون ڪي ماڻان ڪري ڇو مارين ٿو.

۱- تات جنهن ڪي طلب تنهن جي،
سي وريـو ڪيئن وسارين ٿو.

٢- جيڏانهن ڪيڏانهن ڪٿيو سُهٽيون اڪڙيون،
محبت واريون مارين ٿو.

٣- اَجَهل آويڙا نيڻ بچايو،
پَهت پرِين پنهنجا پارين ٿو.

٤- ”مصري“ شاهہ چوي ساڻ جو مائن،
ميون دليون جارِين ٿو.

## ڪافي نمبر [٧]

ڏيئي نيڻن جا نظارا، سيني لائي ڪيئي سلامي.

١- ڏسي تجليون ٿيا تائب، نيازي ناز جا نائب،
جهلي ڪعبي جا ڪنارا، اچي ساجد ٿيا سلامي.

٢- سڪندر سُرڪ سدا سائل، مٽي ميخاني جا مائل،
ڪيا ڪِيڪائوُس دَارا، اوهان جي عشق انعامي.

٣- زلف زندانَ وجهن زاهد، اڙائن اوچتا عابد،
گَهرا گيسو ڪيس ڪارا، ڏسي شائق ٿيا شامي،

٤- جُمل جامان جڙداري، مرصع تاج مرواري،
چوڏس چمڪن چوڌارا، قيائون ڪَلِ ڪمامي.

٥- محب "مصري" اڳڻ آيا، سَنيها ساهه سُڻايا،

اوري آڏيائون آئي اوتارا، وري هر باب ٿيا حامي.

## ڪافي نمبر [٨]

عشق اصلون ادبيت جي، وڏي قنات ڪيرائي.

١- سنجهان موسيٰ ڏنيون تجليون، پيون تڏهن طور تي تنهن جيون،

شمس الضحيٰ سندي شعلي، مطلع الانوار جي منهن جيون،

چڏي سا جاءِ جميعت جي، جبل پنهن جو پاڻ جلائي.

٢- ذوقون ظاهر ٿي زليخا، پڙهيائين باب برهه جو،

وٺي يوسف ٿي مصر ڏي، ور وحدت جي ورهه جو،

عزيزي عام عزت جي، ڪير ڪنعاني ڪهائي

٣- اول احدائون آنا احمد سڏائي سِرُ سُلطاني،

مڙيئي ڪار ڪفر جي، مٿي مذهب مسلماني،

مُحمّد نانءُ محبت جي لڪا ۾ لئون ڪي لڪائي

٤- مـجـي منصور ڪيـو مظهر، آنا الحـق عشق اثباتي

غلو اسـرار عجائب جـي ڪري جهلڪار ڏنائين جهاتي،

اشـاري امـر آلوهيت جـي سَـر ميدان مارائي.

٥- مـام سمجهج اهـا "مصري"، ڏنـا جـي عشق اشارا،

سـجـاڻيو ٿـو سـجـاڻـج، نـازنـينـن جـا نظارا،

سـر سوري محنت جي مـجي پيون متيون وڃائي.

---

# سر آسا

## ڪافي نمبر [٩]

اڄ دلبر دام ٻَنائي- ڪيا عاشق ڏانهن عزم وَهِ واهِ.

١- تير تُفنگ تراريون تبرون، سِينا سڪندن جا گيا سپرون،
خوني خنجر جيون سڻ خبرون- ٿو ڪَجڪلاهه ڪيرائي،
هٿي زوراور زخم وَهِ واهِ.

٢- نوريءَ يار نقابا لاهيا، نيزا نوڪون نيڻ چٽائيا،
پالا ٻچيون ٻره ٻچائيا، سُهمون سوز سهائي،
ڪِيا سُهٽي سهسين سِتم وَهِ واهِ.

٣- هٿيو ٻاڻ ڀڌي ٿو ڀنگي، اڇليو عين جنگاور جنگي،
راول رمز ڏيکاريو رنگي، ڪيو فند فِکر ڦاسائي،
فرزند حوا ۽ آدم وَهِ واهِ.

٤- جت ميدان محبوب مَٽائين، آت پِير پُتنگ کي پائين،
جوت انهيءَ ۾ جِيءُ جَلائين. "مصري" پِئِن مَچائي،
رکي ڪامل مرد قدم وَه واهه.

## ڪافي نمبر [١٠]

آهي اهو افسوس، ماڻهو مسافر ٿي مالڪ وينون.

١- ديس پرائو نہ دعويٰ تنهنجي، موڙهو آهين ڪري منهنجي منهنجي،
گيبائو تون گس گوس، ڏاهِيئي ڏاهه ٿلهيون هِت ٿينون.

٢- منزل دور تــون تنها آهين، بـار ڳورو ٿو بــر ۾ لاهين،
ٻيِي ڀــاڻيءَ ٻــوس، ٻاٻــي ٻــجري ۾ ٻاڻيهي ٻينون.

٣- جتان جوانــن مڪڙا موڙيا، تني تعلق تـــو تڪيا جوڙيا،
ٻون انهيءَ جـــو پرو وس، رکج چُست چڪاسي چينون.

٤- سالڪ ان ساعت کي سڃاڻن، پُرس پرولي کي پرمل ڄاڻن،
دليون ڏيئي دوس، محبت ماڪيءَ جون "مصري" مينون.

## ڪافي نمبر [١١]

اِيُ مدُ مستَ ڪري هوشيار، قدح قرب جو اوڪو آهي.

١. سهسين سُليمان سڪندر ساجد، سست ڪيا ميخاني جي مد،
آهين ڪُتا اتي ڪئين سي عابد، هاتڪ لک ڪروڙ هزار.

٢. ڪئين ڪُيائين زبون زمانا-پاڻان پَتِ هٽي پيمانا،
برهم پڳا اتي ڪئين بتخانا، بيخود چاڙهي الٽا بار.

٣. جنهن مد ماريا مير مٽيارا-سائي سُرڪ پين سڪ وارا،
مُرشد پير مغان جي پاران-هر هر هادي پائن هار.

٤. "مصري" پَتُ هيڪو جي پيتي-سو جوان جُڳ جُڳ جيئي،
شمس بره جي شام نہ ٿيئي-هون هميشه بُوڙا بهار.

## ڪافي نمبر [١٢]

برهہ بيراڳ دي بات باتڙي، مَين ڪُوڪ سٽيان ڪِي ڪُنيان ڪُنيان.

١. شعلي حُسن دي دا شرح نہ آوي،
ميڏڙِي مَن وِچ مُول نہ ماوي،
گهور نَينان دي گهاتِ گهاتڙي

✻ مين گُهٹ گهونگهٹ دي گُهٹيان گُهٹيان.

٢. کُنڍڙي ڪاڪُل ڪالي ڪَبر ڪڙيا،
آندر عُشاقان دي آکي آڙيا،
گهٹ جگر دي وِچ جهاتِ جهاتڙي،
مَين جور جوبن دي جُهٹيان جهٹيان.

٣. روپ عجب رخسار رنگي دي،
نار نرالي نِت نين جنگي دي،
چاتي ٹوڑن چڙچات چاتڙي،
مَين چُهاءَ ڪنون چُٹيان چٹيان.

٤. فَوجان حُسن ديان آون جاون،
ڏي چانيوٹي چشمان چوٹ چڙهاون،
"مصري" ڪرن هٹي مَنُ ماتِ ماتڙي،
مَين ماهي ڪَنون مُنيان مُنيان.

ي پڙهٹي:- گهنڊ گهونگهٹ دي.

## ڪافي نمبر [۱۳]

بَن بي رنگيءَ ۾ بي اختيار، رنگا رنگي تو رونق ماڻي.

۱- بن بي رنگيءَ جون ٻاکون ڦٽيون ڪثرت قلزم تي چوهئون چُٽيون.

لهريون لک هزار، احد اصل جي صفت سچاڻي.

۲- احد اصل کي آرائون چڙهيو ئي، سرُ سلطاني گولئون گڏيو ئي،

استغنائي اپار، تنهنجي قدرت تون ئو ڄاڻين.

۳- اورانگهي افلاڪ اڏاڻين، ٻجري ٻاٻيءَ ۾ ٻهين اچي ٻائهين،

دام اهو دُشوار، ڪُن فيڪُون جي قيد کهاڻي.

۴- ڪثرت* قلزم جي معني "مصري"، وِيِ وحدت ۾ ويئي وسري،

سَمي جي سرڪار، مالڪ ويئي ڳي ميءَ مهاڻي.

## ڪافي نمبر [۱۴]

ٻجي ٻره تو اي بي نياز، قتل ڪَئين سَرڪاريائي.

۱- منهن تُنهنجو ميدان جنگي، عاشقن رت ڪيوئي رنگي،

تو ٻجي تيرن انداز، ماڳهين مسافر ماريائي.

---

* اصل نسخو:- قاتل

٢- ناتي نينهن جي نر نائيا، خوش خوب كوري كائنيا،

ساڙي سندءِ سينگار سان، پيهر پرندا پارهائي.

٣- چوڙيا زُلف جوهردار تو، كُنا لک كروڙين هزار تو،

كُنڊيا كيس كيبر كاري باز، ڏاڙي هٿڻ لئي ڏاريائي.

٤- وجهي دام دلڙيون قيد كيئي، كنهن نوع ڏاڍي ساڻ نيئي،

مچ مگر "مصريءَ" تي مجاز پيهر پرندا پاريائي.

## كافي نمبر [١٥]

جت كت جاني جلوا تيرا، هر جا هر هنڌ تو ساماڻا.

١- صورت دي وچ آپ ڇپايو ئي، اَلاِنسانُ سِرُّ الايو ئِي،

بيرنگ برقعو بيشک پايو ئي، اندر ڏاک كتو ئي ڏاڻا.

٢- ظاهر باطن اوّل آخر- آپ ويكايو ئي اندر باهر،

سوئي بالا سو ئي برسر- آنا احمد وت كون الاڻا.

٣- مخفي مام لاَ تَحَرِّکْ، ه. جا منزل هر سو هر هک،

بر بحر وچ * نون هين بيشک، لحظي لهرين آپ لكاڻا.

---

* نون آهين

٤- سائي صورت، سائي مورت، سائي غيرت، سائي حيرت،

سو احسان اها ئي منت، ”مصري“ محض كتو ئي ماڻا.

## ڪافي نمبر [١٦]

جيڪي سڄڻ سوريءَ چاڙهيا- سي ڪيئن مشتاق مڇن وه واه.

١- زلف زنجير جنين ڳل پاتا- طعنا بديون تنين سر چاتا،

جاني جاڻ وڃايائون جاتا- آئي عشق آڪاريا،

چڙيا جوانن جيءَ جتن وه واه.

٢- جنهڪي ڪوڙ قريب ڪوٺائين- تنهڪي تهتان تُرت تڙائين،

سهمون سهسين سور سهائين- سڪندن سينا ساڙيا،

ڪري آلنا پهتَ پرينِ وَه واه

٣- تِي نشان جهلياڻون نوڪون-چت ۾ چشمن جيون نت چوڪون،

هر دوجهان وڃائون هوڪون- ريشن رند رڻاڙيا،

تا ويجن لاءِ وتن وه واه.

٤- ٿيا ميلاپ لٿي مجروحي- ڏِنين ساقيءَ سُرڪ صبوحي،
طِبع رنج اجاريـــن روحـــي- ڪُسِي ڪُـــونڌ قراريا،
هاڻي "مصري" شاهہ ملين وہ واہ.

## ڪافي نمبر [١٧]

جيڪا وٺيئي سا سِي واهہ- ناہ مجال مقال منهنجيءَ جي.

١- تون سلطان سين سهڻن جو، مائل ڪين قمر قدمن جو،
سنجڻل صاف سدا سڪندن جو، تاب ڳنان ٿيو طور تباهہ،
ڏســـي تجلّي رُخ تُنهنجي جي.

٢- ڏي ديدار دلاســـو دلبر، ڪامل لهہ ڪِميڻن جي ڪر،
ڏس هڪوار هيڻن ڏي هر هر، نازڪ نازسين نظر نگاهہ،
ڪر پوئواري پاريءَ پنهنجي جي.

٣- ماڻن سان مشتاق ٿو مارئين، ڪڏهن نهان ڪڏهن نهارئين،
پنهنجا قـــول پرين نٿو پارئين، بنديو بيهين ٿيو بيپرواهہ
ڪهل نہ پوئي ڪِيس ڪنهنجي جي.

۴. سڻ تون باب ٻره جا ٻد يون، ڪُلون آخر توسين ڪنديون،
ميڙي معاف مڙيئي مَد يون، "مصريءَ" جون ڪر محب مباح،
عادت آهي اصل آهنجي جِي.

## قطعه ذوالسان نمبر [١٨]

چه سا سازيم شرح صورتت، اي جانِ من ڪونين،
زلف گهنڊ يون اکيون ڪُنڊيون، تکا ٻيا تير ٻنبٽين جا.

١. رُخَتِ ميدانِ خون رنگي ز قتلِ عارفانِ احمر،
ڀِرون جي قاب، مثلِ محراب، منجهن مڙه ماڳ شهيدن جا.

٢. لبت ياقوت، ڪج ٻيني، ٻسانِ تيغ ڪِرماني،
ڪُهي رُستم هٽي هڪدم، ڀَجِي اغماض گيوَن جا.

٣. سيه چشمان، پُر پيڪان، ٻجائي جام جمشيدي،
مِڙگ مخمور، چلڻ ٽيم چور، ڏسي نت ناز نيڻن جا.

۴. بہ صَحنِ بی دل "مصري"، خَرامان چون شوي آي گل،
ڪُبڪ رفتار، ڪج گُفتار، وٽن* وَه واه ڍيڻن جا.

---

* اصل نسخو:- وهنوار

# کافي نمبر [١٩]

دام دلیاںنوں، دید اڙاءِ ویکو رانجھن کیکر کردا.

١- اَلْاِنْسَانُ سِرِي سڏایس گھولگھت دي وچ چپایس،

بي پرواهي دا برقعا پایس، احد کنون العبد سڏاءِ،

کیتس سیر صورت سردا.

٢- احدیت کون آپ ویکیندا، عبدیت دا ناز کریندا،

وحدت کثرت وچ کیڏیندا، خاص الخاص خرقا پاءِ،

وت سڏایس چاکر بردا.

٣- سِر زلیخان عشق آسارا، یوسف هوکي ماریس نعرا،

هٹون مالک وچ بازارا، از خود اپنا آپ ویچاءِ،

بن کڙا اٹان شاه مصر دا.

٤- کٹان هیر کٹان شهماهي، کٹان چاک منجھیان دا واهي،

مسار زغاوت شاهنشاهي، سرمد هوکي سر کٹاءِ،

پیتس جام کمل کوثر دا.

۵- موسيٰ تي رَبّ آرِنِيْ بوليس، لَنْ تَرَانِيْ وت لب چويس،

گهڻ اٿاتي مڪڙا ڪوليس، تجلي ٻاڪي طور جلاءِ،

چاتس ناز نقاب نظر دا.

٦- ڪٿان صيقل شاھ "مصري"، ڪٿان شيخ حسن وت بصري،

ويڪ شمع آت آئيا اسري، جامع هوڪي جامان پاءِ،

ماريس ناد نَهي امر دا.

## ڪافي نمبر [٢٠]

دلبر دل کي داغ، پاڻ ڏيکاري ڏنو ئي.

١- عبد احد ھئي پيڙا، ڪٿائي جنگ جا ڪنا ڪيڙا،

دردوندن جو دماغ، پير انهيءَ سين پڳو ئي.

٢- *وٺي سون وه واه وحيدي، لا خير في عبيدي،

تُنهنجو فضل فراغ، ڪهڙو قصد ڪيو ئي.

٣- وري وسايا تو ويرانا، پڳا ڪانگ ڦِنن آشيانا،

زاغ چڏي ويا باغ، باز برھ جو بچيو ئي.

* پڙهڻي اصل نسخو:- وٺي ٿي وه واه، وحيدي،

٤- چکيلي ميخاني جي "مصري"، وري ويئي کين وِسري،

چوڏس ٻاري چراغ، روشن راز رکيوئي.

# کافي نمبر [٢١]

زاغ عقلدا هٽا پرواز جب آئيا شهباز عشق دا.

١- طالب مين، مطلوب ٻہ مين هون، غالب تي مغلوب ٻہ مين هون،

خردمند مجذوب ٻہ مين هون، ناظر ٿي کر نال نياز،

همسر هوئس هر هڪ حق دا.

٢- گاهي موسيٰ وت کوهہ طورون، گاهي سردار مثل منصورون،

نا منظور مثل منظورون، رمز اهين دا رکـ کي راز،

ماريم نعرا اَنا الحق دا.

٣- آگـ عشق دي اوهس لايا، پڙکا بدن ۾ سهيو نہ سمايا،

جان جگر سڀ جوش جلايا، سر اسان ڏي سڀ رڳـ ساز،

وڄيا وحدت دي ورق دا.

۴- اپنا آپ سـپ وچ سيتم، وچ ميخانـي جلوا كيتم،

پير مغان ڏي پت پر پيتم، بحر اِهين وچ بي انداز،

پـايـم غـوطا استغراق دا.

۵- ڪڏهان گداگر نورنگ نگري، ڪج ڪلاہ ڪڏهان ڪيخسروي،

ڪُلّ شيءٍ مُحيط "مِصري"، اسـان سـُـنـيـا آواز،

ٽــوٽــا شيشا شــارڪ شڪ دا.

## ڪافي نمبر [٢٢]

سنيها سڄڻ پار جا، سوزلون سڻ تون سالڪ سارا،

١- نو رنگ ناز نوان نتَ نِتُ نِتُ، دام وجهن ديدار جا،

ڪـانئين ڪــل خيال حبيبئي، پــاڻ هئي بي پار جا،

جڏهين لاهي نقابا ڏين نظارا.

٢- راسين رُخ جي رنگ جهڪا ڪيا، حورن ۽ هالار جا،

شعلي تنهنجي شمس نہ ثاني، مور نہ ٿ بيزار جا،

شـاہ سـڪـنـدر تــولــي دارا.

٣- بينا گرداگرد شمع کـي عاشق ان اسرار جا،
پيا پلٽ پروانا پتنگ جهٽ لڳن جهلڪار جا،
ورن پوئتي ڪين ويچارا.

٤- مُک مهتاب منوّر "مصري"، روپ عجب رخسار جا،
تجلين سين سي ڪيائون تالان، نوع نشي سرشار جا،
اهڙا اکيون ڏين اشارا.

## ڪافي نمبر [٢٣]

سيباڻي ساه کي شُهرت، سٽيم سهڄون سڄڻ سر تي،
جوهر جيءَ جان سين جڙيم، ڪري ڳهٽو ڳچيءَ ڳل جو.

١- ڏسي صورت سنديءِ ثابت، صحيح سهسين ڏيان سجدا،
وري وه واه وُضو ساريم، ڪيي رت روح ۽ دل جو.

٢- منهنجو ڪعبو اهي ابرو، کُنڊا جي قوس ٿئي تُنهنجا،
بہ بيت الله وري بلڪل، رکي، تانگهو نہ تَن تِل جو.

٣- اگر زاهد اِنهيءَ ڪُنَّ جو، وڃي ويهي ٿئي واقف،
ڇڏي طاعت ٿئي تارک، ڀَڏي تُرهو تَوڪّل جو.

۴- اکين جي آب سين عاشق، وري وَر ڏيئي وُضو ساری،
نِماز و نَفل نيتي، ڏسي نَم ناز نِرمل جو.

۵- مَجي ميخاني محبّت جي، ملي مَتَ جوتو، ٿئين مائل،
تہ مجنون جيئن جُڙيئي مصري، قدح ڪيڪانَ قاتل جو.

## ڪافي نمبر [٢۴]

صادق صِدقئون ڏي تون سجدا،
سمجھ وڃائي صحيح سُڃاڻ.

١- نازنينن جو نَورنگ نائو، ڄاڻ وڃايو جن، تن ڄائي ڄاتو،
مَتِ وڃاءِ تہ مليئي ماڻ.

٢- ڪڏھن سڏايو سيني لائين، ڪڏھن ورايو تَھتؤن تڙائين،
بهت سندن اِيُ ڀڪو ڀرياڻ.

٣- ماڻُ اِھو مُلھ ڪين ملي ٿو، زور ذرو آت ڪِين هلي ٿو،
نينهن نہ جُڙي ٿو نائي سان.

۴- لئون لائي لڳيo ڪين لِکڻ سان، شُهرت سُھمون "مصري"
سازَ سِکڻ سان،
پئو پڌر ڌان پُرجھي پاڻ.

o ليکي.

## ڪافي نمبر [٢٥]

عاشق ڇڏي تون آولا، ڀاءِ ڀڙ ۾ ڀير ڀورا،
لاهي لوڪ جا لياڪا، لٽ ڀر لڄون سمورا.

١- سُرمون تہ سِڪو ڀائي، اڪ اڪ جو ڦير آهي،
نت نيڻ دِل لِمائي، ڏس ڏک ۽ سک کي ڏورا.

٢- جُز ڪُلّ جي جاءِ هڪڙي، آهي لِڪ لڪوڻي لڪڙي،
ڪائِي ڀانُ ڀرت ڀانُ ڀڪڙي، وِڌي ڀِرڀڻ ۽ ڪنهن ڀروڙا.

٣- مخلوق نانه خالقُ، محبوب مِلڪ مالڪُ،
سي سِر سلوڪ سالڪُ، ڏي آڪنڊ جا اجورا.

٤- ”مصري“ ۾ مڙ مرڻ ڪان، جِڏ ڪيمَ کي جيئڻ ڪان،
ڀَتَ ڀاڪ جي ڀيڻ ڪان، طالبَ ملي طهورا.

## ڪافي نمبر [٢٦]

عشق اچي چيو احد الله، تون پڙهہ توبہ زارو زاري.

١- سهڻي صورت صحيح سڃاڻين،
ڪج ابرو ڪري ڪعبو ڄاڻين،

ڏي سجدا تان موجون مائين،

پڙهه ته پري ٽٽي ڏوهه گناهه ــ باب بره جو سورة ساري.

٢ـ اَلاِنسَانُ سِرّي سِرُّ اِلاهِي،

خلعت خاصي شاهنشاهي،

لاهه گمان ڇڏ گمراهي،

پل ۾ پري ڪر چت جو چاهه ــ چُست ڪڙا آهن چوڏس چاري.

٣ـ زُلف خم و خمدار خيالي،

نرگس نازڪ نور نرالي،

بشيهر پونرا ڏين پنوالي،

حسن ڏٺين سين ٽي همراهه ــ مُشتاقن سِر آيا ماري.

٤ـ ڪاڪُل قصد رکيو ڪن ڪاهون،

رهزن بيٺا روڪي راهون،

تنگ طرف ٿيا ويئون واهون،

مصري آهن موت مباح ــ مر ته پلي ٽٽي سڄڻ ماري.

# كافي نمبر [٢٧]

كيو اظهار اِيُ اسرار اچي تو عشق عالَم ۾،
رنگينو راز ٿيو پڌرو، هلايو هنر حڪمت کي.

١- لکيا ٿي لوح قلم قُدسِي، تو دائم دين دنيا جا،
کُلي قطرا ٿيا قائم، زيباور زيب زينت کي.

٢- عجب رنگدار رنگ پور ۾، ڪِيئي وَه ويس جي واري،
پَسي پَريون مَلڪ، ماڻهو، نَمن تنهنجي نزاڪت کي.

٣- طُلوعي تاب ۽ طلعت، تجلّو تاب تنهنجي جُو،
ڏسي ٿو ڪين چنو چمڙو، انهيءَ نابِينُ نعمت کي.

٤- مٿي ارڏن سدا اڳرو، رهيو تنهنجو اسم اعظم،
پَگو جمشيد هٿي پيالو، قدح ڪشف و ڪرامت کي.

٥- تکائي تيغ تنهنجي جي، همہ هر سو ڪري حملا،
ڀڏي هَٿ ٿيا اچي حاضر، چڙيو شاهن شجاعت کي.

٦- انهيءَ شمشير جو سچ جيئن ٻوي ٻرتوو جي ٻهڻ تي،
امام الله جي رت جيئن گهري شوقون شهادت کي.

٧- لکي منجهه شان جنه ڪنه جي قلم تُنهنجي بَدي نيڪي،
ٻئُن پارڻ ڳجهو پڌرو، انهيءَ تقدير تُهمت کي.

٨- مڙئي مخلوق ٿيا مظهر ڏِنا ڪيميا تُنهنجي قدرت،
اها دَولت سندئي دائم، سدا امن و آمانت کي.

٩- تُنهنجي بخشش مثل بادل، سدائين رآتِ سانوڻ جيئن،
وسي تان هوند ٿئي وَسندي وري ويران ولايت کي.

١٠- سِگهو ساقي ڏي سا سُرڪي، منجهان ڪنهن آبِ عبرت جي،
تہ رهي هينئڙو رکي حاضر هميشه حال حيرت کي.

١١- سِکي سينگار تُنهنجي کي، اچي تان عُمر ٿي پوري،
* بِاسْمِ اللهِ "مصريءَ" سين چڙيو هيڪر حجابت کي،

* ٻي پڙهڻي نسخو: بِاِسْمِ اللهُ بديون بخشي چڙيو هيڪر حجابت کي.

# ڪافي نمبر [٢٨]

گُهران قاتل ڪکوہ نوکان، جو ماري مرد مڻ وارا،
تہ مَنَ هڪ تِلُ ٿئي تارڪ ڪنان دنيا هيءُ دم منهنجو.

١- هَلت هُن جي هڏهن حرڪت، لمحہ جنهن منجهہ لذت ناهي،
ٻئي تون دل ڪٿي ٻَن ڏي، قديمي ڪوڙ ڪم جنهن جو.

٢- ڦٽو ڪــر فِڪر فُرقت ڪي، ڪٿي جمشيد جــو پيالو،
اِهو پيمان ڪيو پَتِ مون، اصل ناهي عدم جنهن جو.

٣- اچي چُمِ دَست ڪر ديدار، درويشن جــي دل دائم،
ڏسي مورئون هتيو حضرت، هو هرڪنهن تي حڪم جنهن جو.

٤- مَچي ميخاني محبت جي، ملٺي مَئي پيءُ تہ مُنهن مخفي.
انهيءَ شرطَ وُن ٿيي پڌرو، خلل خواري ختم جنهن جو.

٥- پيالو پيءُ ۽ هڻ پَتَ سان، هيءُ پَتُ پنهنجي پَسڻ وارو،
تہ ملڪُ الْموت ٿئي مسخَر، قمر زُهرو قسم جنهن جو.

٦- ڪمانون ٿو ڪدين قُدسي، هٿيو ڏريـن نٿو دلبر،
آهي مُتعجب سدا "مصري"، نظم افشان نظم جنهن جو.

# ڪافي نمبر [۲۹]

محبوبائي مام جا، پڇ تون پاندي پار پيراتا.

۱- رسمون ريتيون ٻريون ڀاهت، ڪوڙئين ڪفر ڪلام جا،
مڙئي ڪيائون منسوخ مسئلا، اوريئي هن اسلام جا،
فتويٰ ڏيئي پڙهيائون فاتحا.

۲- پائين دام دلين کي ڀرين، اڇلي عشق امام جا،
بي پرواہ بيهن ٿيي بلڪل، ننگ ڏسي پنهنجي نام جا،
پوءِ نازڪ نِينهن نباهين ناتا.

۳- پاڻان قُرب اجارين پنهنجا، قبض لکي قتلام جا،
باهہ ڏيئي تُنهنجا بستر ساڙين، اڳيئي ڪل آرام جا،
جنهن سين هُونِ هميشه حُجاتا.

۴- اِن ڳتِ محرم ٿيا "مصريءَ" ساڻ چڙي خوف خطري خام جا،
چوڏس چشم مبارڪ چمڪن، گهرا گل اندام جا،
سي مان سهڻا صحيح سڃاتا.

# كافي نمبر [٣٠]

مُرلي سي مُجهي موه ڪي، جوڳي جان ليگيو رِي،
ڪس ديس سي آيو.

١- جوڳي آيا ڪِسول گام ڪا، پايا پيچ زلفون ڪي دام ڪا،
سک صبر چين آرام ڪا سامان ليگيو رِي.

٢- ڪانون مين ڪُنڊل پاءِ ڪي، ڪيسر ڪا تلڪ لڳاءِ ڪي،
ڪائِي آلٺي بِين بَجاءِ ڪي، سارا شانُ ليگيو رِي.

٣- بالون ڪاجهوڙا ڪول ڪي، ڪالي ڪِيس ڪَنگِي سي ڦول ڪي،
هنس هنس ڪي باتيان بول ڪي، گُن گيانُ ليگيو رِي.

٤- بن سامي آيا سِتمگر، "مصري" من ڪون ڪرگيا منتظر،
خَمدار خنجر مار ڪر، ڏَنُ ڏيان ليگيو رِي.

# كافي نمبر [٣١]

هرڪنهن جي حاجت هرگز ناه موج ٻره جي مُستقراري.

١- سهسين سيٽاهيا لهر لڙهائي، ٻاڏي ٻيڙا وير ورائي،
محبت مڪڙيون نِين نباهي، عاشق اونهي جا آگاه.

٢- آرَ آهــتــا مــوج مجازي، گم گرداب کيا ڪئين غازي،
بحر بــره جي آلنئي بازي، آڏوُاڏِ کــري ارواح.
٣- سر جو سانگو کوم کرتون، مُوتُوا مرڻا مهند مر تون،
ترهي طور اهڙي سين ترتون، واري واري پيهر پـانـه.
٤- بعد بــقــاءَ بــره برساتي، اندر باهر ظاهر ذاتــي،
هر دوجهان هميشه حياتي، "مصري" مطلب ٿيا دلخواه.

## ڪافي نمبر [٣٢]

هَستي چڏ هن جاءِ، ٿيءُ مساکن ملڪ عدم جو.
١- هٿ هنڻ جي حيف حويلي، وِڪ وطــن ڏي پــاءِ،
ڪوڙيون مُلهه تنهنجي قدم قدم جو.
٢- هي جي انديشا اڪل وارا، لاسين ســب لـُـڙهـاءِ،
آسانگو آڙبــيــم پـرم جــو.
٣- سير صِفاتِي، دَمُ دَر جاتِي، وِچ تــي وَهـمَ وجــاءِ،
پَــج تهه خانو هــيءُ طلسم جــو.
٤- مُوتُوا قبلَ المَوتِ جــو "مصري"، منجهين مچ مچاءِ،
معني مطلب نينهن نــظــم جــو.

# سُرُ ٻھاس

## ڪافي نمبر [ ١ ]

هم آغوش هميشه هوندا،

نت نت ساڻڍي نال.

١- رنگ بي رنگ وِچ رونق ڏيندا،

خاص الخاص خصال وي سهڻا سائين.

٢- هي جو حُسن قُبح وِچ جنهندا جلوا،

جوت جمال وي سهڻا سائين.

٣- پلپل دي وچ ساڏا پُڇندا،

همدم حال حوال وي سهڻا سائين.

٤- "مصري" نون مُڙ پال جو هوندا،

وقت و وقت وصال وي سهڻا سائين.

# كافي نمبر [٢]

گوشي به گُفتار وي،

اسانڏي يار و دلڪش دلبر نهين سُٽيندا.

١- مُکـ مـتـوالا وَنحنُ والا،

گهونگهٽ گُهنڊُ آثار وي.

٢- لَـن ترَانيِ لِکُ لِکُ ڏيندا،

دم دم دا ديدار وي ساڏي يارو.

٣- بي پرواهه بهاني پايا،

ڳل حقيقت هار وي.

٤- ذات صفت وِچ کر کي ظُهورا،

آپ ڪيتُس اظهار وي.

٥- ساري معني مقصد "مصري"،

تلخ نهين تکرار وي ساڏي يارو.

---

# سر مالڪونس

## ڪافي نمبر [ ۱ ]

حاڪم ڏاڍي بيغرضي سان، واٽ حجت جي ڪنهه جي ناه۔

۱- موسيٰ ٿي ڪوهه طور ڪناري، وَنَحۡنُ وارا گُهنب اڏاري،
نورَ تَجَلّيٰ ڏِسي نظاري، ڪِريو پاڻ ڪِليم الله۔

۲- آفۡرُهُ مِنّي آدم اولي، فردوسَون فال فراق جو ڦولي،
چوري وڏائين پنهنجي جولي، سِڪنه جاء صفي الله۔

۳- خود خليل جلاد سڏايُئِي، ڪعبي منجهه قَرِيبَ ڪُهايَئِي،
آظهر عشق آڙاه وڌايئي، نور اِلاهي نارُ الله۔

۴- ڪهڙي دعويٰ نہ قدرت ڪنهنجِي، مَيخواني مَسۡجِد منزل جنهِنجِي،
”مصري“ ڪر مُتابعت تِنهنجِي، جو مالڪ مُلڪ فَلڪ جو آه۔

# ڪافي نمبر [٢]

دلبر دل جي مِهر مَ لاهه، دم دم ڏي ديدار دلاسو.

١- جلوه نمائِي جهان جي اندر حُسن تنهنجو آهي هر جاءِ،
ملڪ فلڪ معمور مُنور، قطري قطري قبلہ نماء.
نور تجلي ناز نِراسو.

٢- لعل لقب لولاڪ جو صاحب، لائق تون لارَيب لِقاءَ،
ڳوڙي سان ڳڏ ويهي پيارا، گلگون رُخ تان گهونگهٽ لاهه،
ڏِيو وصال وِچِ وسواسو.

٣- شَفِيعُ المُذنِبِين شافع، شان شرافت شاهنشاهه،
عطا عجز عفو جو اولو، مخفي چوٽ معاذ الله،
پِنائُن پڪو پرواسو.

٤- عام امت انعام لڌِيائِي، عرش مناري استغناء،
مقصد ڪر "مصريءَ" جا پورا، سائل سيّد ڪيم سِڪاء،
مُنه مبارڪ پَسِي پياسو.

# ڪافي نمبر [٣]

شيشي کي کول ساقي شاها شتاب ڪر،
سيراب ساڻ ساغر عالم احباب ڪر.

١- گذري ڪي گذري وهندو، نت نت نہ ناز رهندو،
سِڪ ڪِينَ ساهہ رهندو، پاسي حجاب ڪر.

٢- ڏئي جام ڪي جلبو، هرگز هتان نہ هلبو،
ڏک سُک نہ سوز سلبو، آتش کي آب ڪر.

٣- مجلس مڙئي مُعطّر، مشڪ و بہ عُودُ عنبر،
آز دَستِ ڪيفِ قنبرَ، مارا خطاب ڪر.

٤- مَي جام مغفرت سان، انعام عاقبت سان،
رهزن رقيب رت سان، خنجر خِضاب ڪر.

۵- پنندڙ کي مَي پياري، مُئي دل مِٺا جياري،
"مصريءَ" کي منهن ڏيکاري، سهٺا صواب ڪر.

# ڪافي نمبر [٤]

پلا يار توکان ڏار ڏئم ڏينهن قيام جو.

١- هن درياءَ بي پرواهہ سندو سيڻاهہ نہ سنئي ڪو،
صد لاچار پريون پار ڪونهي ڪُن ڪپر جو.

٢- وَڻي وِيَر لنگهيا سِير پلئُ تُنهينجو،
اولو آه سنڌو ناه بيشڪ بِره بَحر جو.

٣- تُنهنجي نينه جَهلي جيئن پڪري شِينه سان پَڌي.
تِنهن هِراس ۾ وِماس صِد سُراپ سَبَر جو.

٤- چاڻي جاڻُ ننگ سڄاڻ، "مصريءَ"ساڻ مِل آچي.
پرو پاڻ لَهج هاڻ ڏَٺيءَ ناڻ نڌر جو.

# كافي نمبر [٥]

ڏوڙيا ڪينَ وِلهيءَ کان وِيرَ رستا روهَ رُجن جون راهون.

١- لڱون لڳي هاڻ لڄ سڀ ويئي، ٻڌر ٻريت ٻري وڃي ٻيئي،
ڏوڙا ڏکڙا ڏيل کي ڏيئي، تو لاءِ تَرسيي ٿيس تغير،
ويئون سڀ ويچاريءَ راهون.

٢- ڏيئي ٻاھ ڀنيور کان ڀڳيس، لوچي لعل لکن سين لڳيس،
تُنهنجي توه طلب ٿي تڳيس، هوت هلائج هت کا هير،
جاٻا چارن کي ڏي ٻاهون.

٣- وَرُ وسيلا واڳ وَرائج، ڪرهل ڏانهن ڪمينيءَ ڪاهج،
سڏ سائل جا تون تن لائج، پاچا پنهل ڀهاڙ جا پير،
دردوندن جون دلبر دانهون.

٤- نـاز نـوازج ناقص ناقل، ڪُر آجار ڪوهيار ڪامل،
"مصريءَ" ساڻ ملي ٿيو مائل، اڱڻ عليل جـي آءُ آميرَ،
اکڙيون روز ڏسن ايڏاهُون.

# ڪافي نمبر [٦]

جيڪا وڻيئي سا سِپ واهَه، ناهِي مجال مقال منهنجي جي.

١- تون سلطان سين سهڻن جو، مائل ڪِين قمر قدمن جو،
سنجڻ صاف سدا سڪندن جو، تاب ڳنان ٿيو طور تباهُه،
ڏِسي تجلّي رُخ تُنهنجي جي.

٢- ڏي ديدار دلاسو دلبر ڪامل لَهُ ڪميڻن جي ڪرَ،
ڏِسُ هڪوارَ هيڻن ڏي هرهر، نازڪ نازَ سين نظر نگاهَه،
ڪر پوئواري پاڙيءَ پنهنجي جي.

٣- ماڻن سان مشتاق ٿو مارئين، ڪڏهن نِهان ڪڏهن نهارئين،
پنهنجا قول پرين نٿو پارئين، بند ٿو بيهين ٿيو بي پرواهه،
ڪَهل نه پويئي ٿي ڪِيسَ ڪنهنجي جي.

٤- سُڻ تون باب ٻره جا بديون، ڪُلون آخر توسين ڪنديون،
ميڻي مڙئيي مديون، ”مصريءَ“ جون ڪر محب مُباح،
عادت آهي اصل اهنجي جي.

# ڪافي نمبر [٧]

آئيو آخر وقت عجيب، واري واري وصال وَٽيون.

١- نيڙي سڏيو نينهنڙا لائين، پوءِ پرين ٿو پاڻ لڪائين،
اِنهي ناز نقاب نجيب، گهائي گهور هٽي ڪيون گهٽيون.

٢- مخفي طور مُنادِي ماهيت هرهنڌ هر هر جاءِ حڪايت،
ٽنون سٽايو نادُ نقِيبَ تہ اڪيون عشق فلڪ جون ڦَٽيون.

٣- جيڪي نيا ان پاڻ ڀُڃاڙي، تن ڪي ڪئين تيزاب پياڙي،
ٿيا ترسي ترسي تنگ طبيب، پٽِ هٽي ويا پَٽيون پٽيون.

٤- لاهي نِقابا ڪر نظارو، پٽ ميخان محبت وارو،
ڪو قُدسِي قطرو ڏي قرِيبَ، تہ ڪَيف اِنهيءَ ۾ ڪو دم ڪَٽيون.

٥- پاڪ پِيالا پيري پر، تون رِلمِل روز رهائيون ڪر،
تون ڇڏ هڪوار حجاب حبيب، تہ هِي جَڳ هو جَڳ مَي تي مٽيون.

٦- ڪر مجالس پيون پن ڏيئي ”مصريءَ“ ساڻ مُقابِل وِيهي،
رَهن پلي ٿا رنج رقيبَ، ڊِليون ٿين ڪرن جون ڪَٽيون.

# ڪافي نمبر [٨]

(نظم پارسي بي نقطہ)

رَہ راہِ راس رَاحل در ڪوہ سحر گاہ،
در سر حصول گام گم هر حال سال ماہ،

سر گاوِ عمر آمد الدوگم هر مَلوک،
دم مرگ مردہ گردد سردار صد سُلوک،

در عکس طور طلسم آري گم عام را،
سر آہ درد آرد دم هر ڪدام راہ،

گم کرد هر دو عالم در عهد او امار،
در دل مراد دار گم هر حال کردگار،

موسم مراد عمر هم گرد مدعا،
در درس دل در آور گم گاہ گور را،

محرم درود محمّد گردد کدام کس،
هر طور طرح اور اداروک داد رس،

# كافي نمبر [ ٩ ]

زيرين زيران باب نہ پڙهنديِ نيِ.

١ـ تُسا وَت مارو ڪيِ ڪُر چمڪا آسان نَهين تَڙ قَڙديني،
محبت واليانون مارم معلّم، نال جهڙ بانديِ ڪيون جهڙ ديِني.

٢ـ مُک محراب محبوبان واليِ، وِچ مَسجد نہ وڙديِني،
ڪَج آبرو کر جاڻن ڪعبہ، آہ اتّا نِت اڙديِني.

٣ـ فَكانَ قَابَ قَوْسَينِ اَو اَدْني، لحظي لامع لڙديِني،
هوش ڪِهين ٿيا هرسو ساجد طرف طوافان ديِ تڙديِني.

٤ـ وِچ الف وحدت واليِ ٿي خود حال ڪڙديِني،
بيِ واليان سپ باتيان پُليان، جيم جگر وچ جڙديِني.

٥ـ "مصري" ٿيا مسرور تڏهان، جڏهان چوٽ چشمانديِ چڙديِني،
ڪاڪل نال مقيّد هويا، ويک ديدان دم دڙيديِني.

# كافي نمبر [١٠]

سائين كو سبب كر، تہ ڏسان سيّد سويارو،
اميد ون پُجن عيد كري عالَمُ سارو.

١- ٻرن ٻول ڪڌهين قولَ، وَچن ڪول هلاڪيون،

سچو ساز رَبّي راز ڏسان نيڪ نظارو.

٢- ڏئي ڏينهن ٿيم هيئن ڪبو ڪِيئن ڪشالو.

آچِي هاڻ ٻرين پاڻ ڪري آباد اوتارو.

٣- هتي حبيب تنَ طبيب اچي عجيب الاهِي،

ڏسي حال ڪري ڀال ڏي ڪو جام جيارو.

٤- ڀلا ڀُت ڀانُ "مصري" مانُ ڀِني دانُ ٿو داتا،

يڪبار مون ڏيڪار مهدي مِيرُ موچارو.

—

# سر رامڪلي

## ڪافي نمبر [ ١ ]

ماءُ ڏٺيم اڄ ماٺ مڙهين ۾، جوڳِي جيڪُس وِيا جبروت.

١- لوڪَون ڀاڻ لڪائي لاشڪ، لانگوٽيا ٿيا لا يَمُوتُ.

٢- سوجهي سُچ ۾ صحيح سناسين، صاحبَ هٿ ڪيو صبر سُڪوتُ.

٣- آڏيءَ رات آئي وِيا اوڏاهِين، جيڏانهن سَمُن هُيَنِ ٺاهُوت.

٤- ڪِينر ڪاپڙين جا ڪِينهي قلب قَراريو جِن جي قوتَ.

٥- نانهِن ٿيا تڏهن نات نوازيا، نانگا نڪرِي وِيا ناسُوت.

٦- لالچ لوڀ ڇڏي ٿيا لاغم، لعل لَنگهي ڀياڪون لاهوتُ.

٧- ڀاڻ وِڄائي ڀورڀ هليا، ڀاڻ ڀَڄائِون ڀولا ڀُوتَ.

٨- مَنَ جِيون ڪل مَٽي ممتائون، "مصرِي" مائيائون مَلڪوتُ.

## ڪافي نمبر [٢]

جِيجان جوڳِي جاوي وِڏڙا سَمَرَ سجوڙا سُرت سُبحان.

١- چيلهن چَڪر ٻڌائون چمڙا، چَوڏِس چاڙهيائون چوبان،
آهه هَريجن آنِ جي هَردي، هر ڪِنه مَهل وتن حيران.

٢- تڪيا تاڪي ترڪُ ڪيائون، تُرت طمع جا سڀ طُولانَ،
مُوتُوا مرڻا مهند مَري ويا، مَڙهيون ساڙي ماڳَ مڪانَ.

٣- رمــز عجائب راول رميا، راهه مُسافرَ رِي سامانَ.
دوئي وِڃائي دونهن دکايائون، دل منجهه دائم دَرد دُخان.

٤- جُڳ جُڳ ٿيا جاميري جِيئرا، گنگا جَرُ ٻِي جامَ جُوان،
مٺرا ٻاسِي "مصري" چَئي، هِتِ مادَرِ جيڪُس هٿا مِهمانَ.

---

## سر جوڳ

## ڪافي نمبر [١]

آخر اوڏاهين ويندين ءَ، ڳانءِ وڃي ڳر ڳينديءَ،
ڪو دم ڪوٽ رهي.

١- قيد آهين ڪو دم هت، قسمت سانگي ڪوئي،
ڏوڙ پريا ڏوم ڏيہ، ڏاڙن ري ڏوئي،
لاهئين متان ڪي لڪ سين ءَ لينگڙ ياري لوئي،
آن اطلس ڪان اڳري پاٽر پرهيندين ءَ.

٢- پنوهارن ڪان پري پروس پلڪ پيا،
هيڙا حال هتي قيد الماءُ ڪيا،
ڏونگيڙن ڪي ڏني ڏايا ڏينهن ٿيا،
لڪيو لوح قلم لِڪ نہ لاهيندين ءَ.

٣- ڪيم ٻنولا ٻرهج، اڳڻ عمر جي اڇي،
اڳ اهڙي ڪانہ ڪئي ڪا ڪُر آوهان جي ڪچي،
وسندا مينهن مارئي، ٻوندا پٽ پڇي،
ڪاچ ڪللٽونيا ڪُنپيون ڪانڙ ڏيہ ۾ ڪيندين ءَ.

٤- سخت سنيها مڪا "مصري" ماروئڙن،
حق پچن جي هِتهين سي ستيون هُت نہ سڏجن،
سرتيون سِيل رَکيو ماروءَ مهندان مرڪن،
تون پڻ تن سان ملي ڳالهيون ڳرهيندين ءَ.

## ڪافي نمبر [٢]

آءٌ ويڙهيچا وطن، ڪيئن وساري وهنديس.

١- سپون سمونڊن ۾ جيئن سانوڻ ڪاڻ سِڪن،
تيئن طلب ۾ تانگهون ماڙيچن جون منهنجي من،
ٻاٽي پاس پرين شال ٻلُرَ جو پيئنديس.

٢- جي ربّ راضي ٿيو، ڪاٽيا قيد عُمر،
آسون اميدون اهڙيون آهنم منجهہ آندر،
ڏيئي واڌايون وٺن، ٻوءِ پکن ۾ ٻهنديس.

٣- هڪ جيڏين سان جيئن هُت هُيس آءٌ هيڪاندِي،
تِيئن مارُن سين مولا ميڙيندُو هيءَ ماندِي،
جَنَبُ گذاريم گڏ جن، ڏيه وَڃي سي ڏِسنديس.

٤- ويڙهيچن کَئون وِڇڙي وِيل وَرهيہ پانئيان،
"مصري" موتي ڏسي لوئِي هڏ نہ لاهيان،
بِي ڏ کنديس ڪاڪن، جاسِينءَ آءٌ پيئي جيئنديَس.

## ڪافي نمبر [٣]

اڄ عجيبن ڪان اسر، آندي ڪيانتي خوشخبر،
ڪي عطا امداد اڄ محبوب مان تي خوشخبر.

١- سي اديون آتڻ اچي سٺهو سنيها سَڄڻ جا،
تان ڪريان ڪل ڪانگ جي اظهار آن تي خوشخبر.

٢- مان مسافر مال وَون آيا وري عيدون ٿيون،
ڏنيم آوسہ اڄ اما، نانگن جي نانءَ تي خوشخبر.

٣- داڳ ڏيئي دوارڪا هليا، وري هنگلاج ڏي.
آيا چَنڊِي چيلا مٽِي، ٿي گُر جي گانءَ تي خوشخبر.

۴- مَنُ ترڄم "مصري" چئي، ويا ڳُر ڏسِي گوندر لهي.
آئي پورب پار جي سا هيرَ هاڻءَ تـي خوشخبر.

## ڪافي نمبر [۴]

اسان اميدون وڏيون وَڏيون،
اجا آهن تو ۾.

۱- هاڻِ مڙيئي حِيلا حجتون،
ڇيهَ ڇنِم مون ڇڏيون ڇڏيون.

۲- دعوائون دوبِينائِيءَ جون،
لئون تنهنجي سِين لَڏيُون لَڏِيُون.

۳- پاڻ سڄائي ساجن سڪنديون،
سهجن سان تـو لڏيون لڏيون.

۴- لَا تَقْنَطُوْ مِنْ رَّحْمَةِ اللّٰه،
جاني جِيارِيئي جَڏيون جَڏيون.

۵- مُحب "مصريءَ" سان مائا ڇڏيو،
رمزن واريون رَڏِيُون رَڏِيُون.

# ڪافي نمبر [ ٥ ]

اسين عشق ۾ ٿياسون الٽ، ڪريون ڪوھ ڪفر ايمان ڪي،

اسين آچايل عجز جا، ڪريون ڪوھ وصل ويران ڪي.

١- هن حياتيءَ لئي ڏسون ٿا لعل لب مرجان ڪي،

پوءِ جنازا ٻي دفن ڪندا ڪوھ قبرستان ڪي.

٢- اسين ڪُٺل آهيون قرب جا مور نہ مڃيون فرقان ڪي،

پڇون ڪين دعويٰ داد جو قاضيءَ توڙي ديوان ڪي.

٣- اسين قبلو ڄاڻون ڪعبو ڪج ابروءَ سندي ايوان ڪي،

جي نہ آهيون مست، ڏسهون ڪين ٻي مستان ڪي.

٤- جي گهرين تو منجهہ ٻنهي عالم جيئڻ جاڏان ڪي،

تان ڪٽي ڇڏ بهشت دوزخ روضئہ رضوان ڪي.

٥- جيڪو ٻره جو ٻار ٻاسي ويو ڪنہ قبرستان ڪي،

ڏنائين ڏک ري ڪونہ ٻيو ٻيڙو نظر درمان ڪي.

٦- حق جي صورت تو گهرين ڇڏ باغ هن بستان ڪي،

آھ اشارو عين ات "مصري" ۾ ڇڏ ميدان ڪي.

# ڪافي نمبر [٦]

اسين مست ٿيا مور نہ منيون ان صف شڪن سالار کي،
سالڪن ڪيو سجدہ گاہ جنهن جي ديد ۽ ديدار کي.

۱- سڪ منجهان سجدا ڪريون، انهيءَ سروقد سالار کي،
پتنگ وانگر پاڻ ڏيون گل شمع رنگ رخسار کي.

۲- ٻن جهانن جو ٻنڌڻ ڪري ڪج زلف خمدار کي،
ٻڌ تون وَرَ وَرَ ڏيئي دل ٻي صبر ٻي قرار ٻي اختيار کي.

۳- محتسب مَنعون ڪري ڇڏ ڪفر ٻڌ ٻدڪار کي،
اسين وساري ڪيئن وهون اهڙي بخت نت بيدار کي.

۴- ڏِس هلي ڏيئي جان جيءُ عين العجب اسرار کي،
ڳڏيوُنِ تان گوندر لٿا اعلاج ٿيو آزار کي.

۵- محض شاہ معراج ڇيو جنہ جلوہ گر جنسار کي،
مرد ٿي "مصري" م مٽ تنہ مطلع الانوار کي.

# ڪافي نمبر [٧]

انهي نينهن ڪيس ناڪام اڏيون، انهي برهه ڪيس بدنام جيڏيون،
نه ته ڏيهه ۾ ڏاهي هُيس.

١- آنگي آزل استاد هٿ ۾ طلب جي تختي ڏنيم،
آن اکر اَبتي جي جيڪر مون پروڙي مام،
تان مهند هين مطالع ڪان مُيس.

٢- هڪ سڪ گهٽي ساجن پرِي، ٻيو طعنا تُنڪا لوڪ جا،
سُني سيبائم ساهه ڪي مُر آچيو ڏينم عام،
جڏهن دلبر سندي دامن لڳيس.

٣- رات ڏينهن راهون ڏِسي، اکڙيون آدُسن ۾ رهيون،
اندر آڙاهه عشق جا، مچ مڱر ۽ ماتام،
لس لُوهي لوسائي تنه وڌيس.

٤- تسبيح طاعت ۽ تڪيا تقوائون ويئون ترڪ ٿي،
دين مذهب ڪِٿ رهيا، ڪفر ۽ اسلام،
رَند راهون نهاريندي رهيس.

۵- مهر محبوبن ٻـنـهي "مصري" چئي مشتاق جي،

تہ مَنَ ورائي واڳ ڪِي ويجها اچن وريام،

آءُ نِـڪـرِي جِـنـہ نـالـي سُيس.

## ڪافي نمبر [۸]

هاڻ لائيوئي سانون، جادو لائيوئي سانون،

کِهن هَٿ مُرلي مالا (مالها) موهيو سانون تو مڻ والا راول رانجها.

۱- نازين نـال نـهوڙ نتوئي، سر ٻر چِتيان نونِ چوڙ ڏتوئي،

(ڪيس تِلهير واري جي)ڪيس تليهر ڪالا.

۲- شمس قمر ڪنون سهڻي صولت (صورت)، مُک محراب منور مورت،

پـونـر بـشـيـهـر پـالا.

۳- گهتِ هڪ دام غلام ڪِتوئي، ڪر بـدنـام آرام ڏتوئي،

مـار ڀـتـوئـي مـتـوالا.

۴- "مصري" نال ڪرينده ماڻا، سي سي تيڏي سهج سيباڻا،

اور عـجـب هِـن آعـلـي.

# ڪافي نمبر [٩]

پانڌي ادا پيغام هيءُ، نيئي پرينءَ کي پهچاءِ تون.

١- بيهوش بلبل بيصبر بنا باغ بيوس بند رهي،
سياه سنبل زلف سلسلدار سان سوگهي ڪيئي،
سڪنديءَ کي ڪيم سڪاءِ تون.

٢- رمز سان رهزن رکيئي رخسار تي تو تِرُ تڏهن،
مغموم مَنُ مشتاق جو ملي مُرغ زيرڪ جيئن مَڏهن،
اچي هٿ رکي هيراءِ تون.

٣- دل ڏنگي در بند ڪيئي، تو دام ۾ ڏاڍو ڏريو،
يا کُهو يا ڪرَ لهو يا قيد ڪانَ آجو ڪريو،
سهڻا سائين ۾ ستاءِ تون.

٤- ڪسڻ ڏيڻ ڏنگي ڏامورِ، نِرمل نمائڻ ڏي نِهار،
محبوب چڙ ”مصريءَ“ سين ماٺا، مُنهن لڪائي ميون ۾ مارِ،
رُخ تي ۾ چادر پاءِ تون.

# ڪافي نمبر [۱۰]

پانڌي پرين کي ڏج پيغام ميان،
جيئن چوان ٿي، تيئن چئج ڙي يار ،
سائي سڄڻن کي ڏيج سلام ميان.

۱- پڌي پانھن جيئن پهڳڻ پانھون، تعظيمن سان تمام ميان،
ويهي اوڏو سو عرض ڪريج.

۲- ڪانگا ڪتابت ھيءَ ڪوٺ رسائج، فرصت ڪج ڪٿ ڪام ميان.
ويلو وڃ تي سو ڪو م وجهيج.

۳- نينھ سڄڻ تُنهنجي ننڊ ڦٽائي، ٿي ھرگز ھوت حرام ميان،
سگهي سڪندن جي سار لهيج.

۴- دلبر توسين ڪا دعوي ناھي، آھي الله جو نام ميان،
منٺون "مصريءَ" کي ڪيم منيج ڙي يار،
سائي سڄڻن کي ڏيج سلام ميان.

# ڪافي نمبر [١١]

ٻره ٻير پنھنجي ڪي ٻسي، منھنجي اڄ اکين عيدون ڪيون.

١- آئندي امير المؤمنينُ سيّد سچو مرشد مليو،
مرڪي محبت جام ڏنئي ھمدم ٿيمُ حيدر ھسي،
دل باغ جون دريون ڪليون.

٢- صبح دم سر تي آچي نيسان نينھ نعرو ھنيو،
ٻيايُون سيئي ويئون ٻڏي، پيو ابر وحدت جو وسي،
ويران مان وسنديون ٿيون.

٣- سي صحيفي ۾ صفت آزلؤن جنھ جي آگي آنگي،
او عليُّ المرتضيٰ رحمت رٻي ريلي رسي،
ويل نہ ڪنھين ويسانديون.

٤- مالڪ ملڪ ولايت، ساقي ڪوثر قسمُ،
مشڪبو "مصريءَ" کي ڏيئي پيمان تن لائي تسي،
تنھ آب ڪيون آباديون.

# ڪافي نمبر [١٢]

ڳجل ٻي سان ڀير ڀيرِ، ڪٽُ تہ ڪوڙي ڪم اچيٽي.

١- *ڪوهہ اياڳي آرٽ سان ويهي ٻيٽي آهين وير وير.

٢- اٿي آتڻ آ سِگهي، ڪر ڪِيمُ ڪي دمُ دير دير.

٣- ٽَڪُ وِنگِي جي وَرَ گهٽيرا، غافل ٿان ٿي گهير گهير.

٤- سُٽُ صَرافن سامهون ڪاپاٽيون ڪنديون ڪير ڪير.

٥- مَحبت رکي من ۾ "مصري" في الحقيقت قير قير.

## ڪافي نمبر [١٣]

پينر هيئن ٽَٽي پاٺيم ڪي محب مسافر ٿيندا.

١- آهِ نماڻي نڌر ڏونگر ڏاڍا ٿسر ٻسر،

ٻيرُ پنهل جو ونسي چُلنديس منجهہ چهر،

انگِ پيوت لايم، ڪَنُ ڪيوتُ ۾ وِينديا.

* ٻي روايت: محمد هاشم پاڻوءَ سيد مريد علي شاهہ مرحوم کان ٻڌل روايت ڪئي:
"ڪوه آياڳي آرٽ سان رڃهي ويٺي آهين وير وير."

٢- مون وِلهيءَ وٽ ويهي، سور سَچي ويا سرتيون،
هور حبيبائي هڪ، ماءُ مُنجهائم متيون،
عشق اولاڪا آيم سي مُٺيءَ کي مارِيندا.

٣- جيڪس آءٌ نہ هيس جوڙ جتن جو جيڏيون،
چوريءَ تڏهن ويا چڙهي هوت ڪري مون سان هيڏيون،
پُور پنوائيا پايم سي گهايل گهاريندا.

٤- هاڻ هلڻ حق ٿيو پَهڻن منجهہ پِهَڻُ،
ناهہ مناسب "مصري" وارث ري هِت وِهڻ،
آس اهائِي آهم تہ واڳون سي واريندا.

## ڪافي نمبر [١٤]

تجلي تاب نيناندي سانُون تَڪ ڪيتا،
تيغون تير برہ دي بچاؤ ديني.

١- نالي ناز نگاهہ علي الصّباح و شيهر ناڻگ وانگر اوچڪ آو ديني،
آهُو عيش اساندا نرگهہ، مار گهتيوني، چِيتا چست چنگل وِچ چاؤ ديني.

٢- ڇتيان ڇوڙ نهوڙ مروڙ ڳڏوئي، زُلفان زير لٽڪ ٻيچ پاءُ ڏيني،
لحظي لاهہ گهونگهٽ گهٽ گا گهتن لَٽ پَٽ دليان نون لٽڪاءُ ڏيني.

٣- مست مژگان پيڪان نيناندا ڪشي ڪان ڪمان ابرو آءُ ڏيني،
قهري وچ ڪعبي دي ڪڙي خون ڪرن پٽ ماس مُشتاقاندا ڪاءُ ڏيني.

٤- عينان آءُ اڙيان" مصري"مار گهتيوني چشمان چوٽ برہ ٻي چلاو ڏيني،
سهيان سڻ فرياد ٻيداد ڪنون، جادو مار جلاد جاڳاءُ ڏيني.

## ڪافي نمبر [١٥]

تو در توءِ نہ ڇڏيان، توٽي ڄاڻين جي نہ ڄاڻين.

١- توءِ تڙائين توءِ طامع آهيان وي ميان، نينہ نبيرڻ نہ ڏيان،
جي گهُمائينم گهاٽي.

٢- "وَنَحْنُ اَقْرَبُ" وَعدا ڏيئي ڏُکيءَ کي وي ميان،
اِنهيءَ گُفتي ساڻ گڏيان، وَريو مارئين ساڻ ماٽي.

٣- تاسينءَ دعوي تنهنجي مور نہ ڇڏيان، جاسينءَ لالَڻَ لڏيان،
ڇُڪيون حجتون هوت هاٽي.

۴- سال ٿيا مون کي صديون سهڻا،
سڪان ساريان ۽ ٿِي سڏيان، تَنُ ڏانگهون ڪيو تانئِي.

۵- مَنَ ۾ "مصري" جي جاءِ جوڙائي، عجب اوطاقون آڏيان،
آڪِڙين اندر آئِي.

## ڪافي نمبر [١٦]

تو لئي سِڪندي ٿيڙم سال ميان، ساريو صحبت ٿِي سخت گذاريان.

۱- تنهنجي سانگي سهڻا سائين، ڪهڙا ڪيا مون حال ميان،
پايو آلفِي ٿِي عشق آجاريان.

۲- ڪڏهن ڪَنيزڪ ڏي قاصد ايندو، ڦيريو وجهان اِهي فال ميان،
وٺيو واٽون ٿِي نِتُ نهاريان.

۳- سَهَجون سڏيندا سِي، سجڻ سڪنديون، ڪندا صحيح سنڀال ميان،
اِهي سنيها ٿي ساهه سيڪاريان.

۴- سُڏِ حياتيءَ جي سجڻ ناهي، جيئڻ هوندو نه جال ميان،
ويه ويجهو نه وِرهه وساريان.

۵- "مصريءَ" سان ڪر ڪي مُحب ملڻ جون، واري واڳ وِصال ميان،
توسين گڏجي سِي هي غم ٽاريان.

# ڪافي نمبر [١٧]

تون تہ مُنهن لڪائي مَ مسار،

يلا مِنا مالنا ناهہ مُناسب ساڻ مشتاقن.

١- وَ فِيْ اَنْفُسِكُمْ وارا وعدا پنهنجا پيارل پار،

٢- اِهْدِنَا الصِّرَاطَ الْمُسْتَقِيْمَ چئي ڏاڍ ڏيکار،

٣- لاهي نِقابا طرف نمائن نازڪ نظر نهار،

٤- مشفق مائل ٿي "مصريءَ" ڏي واڳ وصل جي وار،

# ڪافي نمبر [١٨]

جاڳ ڏي جيءَ کي جفا، گينوار غفلت کي چڏ ي،

رات ويئي اپنڻ اکيون ٿوکي ننڊ نہ ڏي.

١- پرهہ تان ٻاکون کنيون، اوڳا اڃا آرس اٿيئي،

نيڻ کولي نظر ڪر ساٿي سَوار وِيا لَڏي.

٢- قطر سينيءَ جو ڪارخانو ڪُکر چانءَ کوڙو چمرُ،

ٻاڻ ڪان ٻاسو ڪري ۽ پچ هتان ويلي وڏي.

٣- چڏ هڻڻ هستي اڳيئي پُتل پت جو پروسو،
نانهن آهين نانهن ٿيءُ و پهُ نانهن ۾ نجُهرو اڏي.

٤- طاقِ پيا تڪيا مڙيئي عدم جو اولو وَٺي،
خود پرستي ڪانءِ "مصري" وِيهُ چڙهي توڪّل تڏي.

## ڪافي نمبر [١٩]

جان جان نئين منجهه جانِ، تان تان حجاب لاهه لِياڪا.

١- وَسئِي رنگ پور راول جوڳِي، ڪي سامِي سهڻا تو دل سوگهي،
ٻاڻ هڻي ڪيئي ٻانهي، نال نقابَ تو جهلِي جاڪا.

٢- موهي ڪيئي مجروح ملائڪ، درمل ناهي تنه درمان دايڪ،
ويا ويچ مٽان ڪٽي تيزاب ۽ ترياقا.

٣- دارون دلبر تو هٿ تن جو، نِيئِي جان جيئڙو جن جو،
چِڪنِ چاڪ سنسدان، سَچ سيماب سڻ صدا ڪا.

٤- سهڻا توکي سلطان سڪن ٿا، پيا پر ۾ پنڌ پچن ٿا،
سفر سال ٿيانِ، جاني جناب جا ڏسيو ڏاڪا.

۵- جوڙي جيڏري لاھ جدائيون، ”مصريءَ“ جون سڀ معاف
ڪر مدايون،
آدا ڪر عصيان بخش حساب ڪم خطا ڪا.

## ڪافي نمبر [٢٠]

جاني ڏسي تنهنجي جاءِ، تن تسالو ٿيون تسلايون.

١- جت نهايت ناھ آتي آهين، حسن هدايت في هر شيءِ،
سبب تنهنجي ساءَ، مُلڪ فلڪ سڀ موجون لاهيون.

٢- لاهي حجاب حورون پريون، چاھ چشم جي سين ڪيئي چريون،
الستا ديد اڙاءِ، تجلا ڏيئي تو ترسايون.

٣- ڏاڍا ڏاڍايون ٿو ڏيکارين، سڪنديءَ ڏي جي سنئون نهارين،
تہ ڪوڙئين ڪرم سنداءِ، پانيان ٿي لک پال پلائيون،

۴- جيئن ٿي تيئن پرينم ناهيو، ”مصري“ ڪان پنهنجو مُنھ مَ لڪايو،
پاند پسارل لاءِ، سهڻا سائين چڏ سبرايون.

## ڪافي نمبر [٢١]

جن ناز ڏنا سي ٿيا نروار، شوق وڃائي شان جا.

١- ڪيائون قبول ڪسڻ قدم تان، گل رُخسار مستان چشم تان،

صدقو سب جمار پهت سندن پيڪان جا.

٢- پيا زنجير زلف جا جن ڪي، لحظا لئون لطف جا تن ڪي،

ساقيءَ جيءَ سنبار، جُنگ پين جولان جا.

٣- لڳڻ نينه هنيائون نعرا، وجي متي ڪيا مردن مارا،

عشق ڏنن اختيار محبت جي ميدان جا.

٤- جام جڙن تا مر تن "مصري"، آءٌ چونِ تان اڄ تون اسري،

ڀيرُ ۾ پوءِ تي وار، ماڻ مزا ميخانه جا.

## ڪافي نمبر [٢٢]

جِيجان جوش جلڻ جيءَ ۾ جُدائيءَ جا.

١- جيڪر جِيڙيَ مليم ته آءٌ هوت ڪين مُيَس،

پِرت وڃايم هردا ساري لوڪ سُيَس،

پُور ڍَڪايم پَرهڻ عشق آگهائِيءَ جا.

٢- برهه بيمار ڪيس، صحت ڪريان ٿي سڏڙا،
درد چُڪايم دعويٰ هَور پڳم سڀ هڏڙا،
پيا ڏُکيءَ کي ڏسڻ عجب الاهيءَ جا.

٣- سيني لائي سڏي ٻوءِ ويا چير چڏي،
اهڙي هُين منجهه اندر، ڪوهه گولي ويا گڏي،
وري ڏسو اوهين وِجهلڻ هنج هيرائيءَ جا.

٤- ساجنِ ساقِي ٿيو وِئي وِرهه وَٽِي،
متان مُڙين تون "مصري" برهه ته ٻاري ٻَٽِي،
ڪر پر تون هاڻ پيئڻ جامَ جَڏائيءَ جا.

## ڪافي نمبر [٢٣]

جهانگيڙن ڪون جُدا گهَڙي نه گهاريند يس،
سُرهي صحبت سنديُن منڙي محبت سند يس،
ساريو سارينديس.

١- آءٌ وساريان ڪهڙو، وسريو ڪين وڃن،
چاڪن وانگر چت ۾ چٽڪيو روز چِڪنِ،
تن مارن سان ملِي هي ڏَپَ ٽاريند يس.

٢- ڪيئن ڪوٺن ۾ وهان، ميندين مَرُ ڏوئي،
لال لڳن تي ڪري لينگڙ ياري لوئِي،
ڏوليڙن ڪي وچِي ڏيہ ڏيکاريندِيس.

٣- اڄهي اباڻا ميان عمر وَس ڇَري هاڻ ورندم،
پَسي پنوهارن ڪي ننهن سِينءَ نيڻ ٺرندم،
باہالن سان ٻولون پنهنجون پاريندِيس.

٤- ہانڊي ہاٿر ڏيہ جو شال اڄهو اڄ ايندو،
تن مارن سان "مصري" مَولا ميڙِيندو،
ڳاموين سان ڳڏجي وِرہ وساريندِيس.

## ڪافي نمبر [٢٤]

چاڪ نهين هي حق پاڪ،
ماهي منجهين والـڙا.

١- ٻونر منجهين چـڙ پيان ٻيلي،
سانجهر صبوح سنڀال سويلي،
پـاڻ آٿـڻ ٻيباڪ.

٢- ڪَنيان، ڪاليان، ڪَڪيان ڪُنڊيان،
نور نڪالي آئي منڊيان ٽُنڊيان،
لا ڪر نينهن نفاق.

٣- راول راوي ريل ڪناري،
ڪهن هٿ مُرلي چڙهيا مُناري،
مهر پريا مشتاق.

٤- يار دريائن مين بجايس،
آکر "مصري" نون جوڙ جڳايس،
عشق عجب اخلاص.

## ڪافي نمبر [٢٥]

خوش خبر ڪيئن خير جي، ڪِنيائل ادا ڪا خوب ڏي،
چڙهي مَنَهن مُشتاق جي مائن پريا مڪتوب ڏي.

١- ڏي پتا پيغام پرين يار جا پرڙا هٿي،
جيئي جر آڪنڊ سِپَ ابُر جي نيڻن مَنَ منهنجي محبوب ڏي.

٢- ڪهه وچي ڪانگا قربن جي ڪنيزڪ ڪوٺيو،
ڳولي ورتيو ڪنڌ ڳلم جي، جوڙا چنڊيو جاروب ڏي.

٣- ڪر ڪنڌيءَ ويهي حقيقت، سُڌ نہ ٿي جيئن ساهہ ڪي،
جيئن اتان آنديءَ وڃي وڄ تيئن مِٺي مَطلُوبَ ڏي.

٤- مشڪبو مــوڙي مهارون، مهر سان "مصريءَ" مٿي،
ڀاڄهہ سان ڀيٺي پري ڏس، منهن ڪري مَجذُوبَ ڏي.

# ڪافي نمبر [٢٦]

دردمندن کي ديدار دلبر واري ڏي دلداريون،

١- جيڏانہ ساڄن تو سِينڌاريون، اچن اوڏاهين عيـن آڀاريون،
ڀيئـون پـــــن آن ڀار، ورن ٻوٽِي ڪِينَ ويچاريون.

٢- لاهي نِقابا تولئون لاين، فَاصْبِرْ صَبْراً سر تي آين،
بات الهيءَ کين بي اختيار، ٻره ٻڄي آن ٻندي ٻيهاريون.

٣- سهسين سيني ۾ سر واهيون، ٻنديو ڪرين تون بي پرواهيون،
ســهـــڻـــن جــا ســالار، هٿي مُحب سدا منهن ڀاريون.

٤- جبل جلون ساڻ جلايئي، "مصريءَ" سان مُنهن مُنهن ۾ لاييئي،
اهـــڙا رکيئي جڏهن آر، وارث تڏهن ڪيم ور وساريون.

## ڪافي نمبر [٢٧]

دل دلبران دي دست دام اندر،

جيئن وي دَهريان ڏواليان ٻحري باز ڪنون.

١- عيش آرام تمام اسان ڏا چوتا، چـوڙ چوڙيليان چاؤ ديني،

چنچل چال چلي ساڏا چت نتوني، نت نات نيٺاندي نياز ڪنون.

٢- نور نشان جوان جڏهان خيما ڪوڙ ميدان وچ ڪرڻ ديني،

تُڙيان تيز آٿان خونريز ڪرن جڏهان ٻلت آون ٻلٿي باز ڪنون.

٣- ڪر ناز نياز نهوڙ نتوني، گهنب گهتِ گهونگهٽ گهُٽ گهاؤ ديني،

ڪيفي قيد قفس وِچ قابو ڪُون، دَلوا دام گهتن پرواز ڪنون.

٤- ڪر تاب شتاب حجاب لا توني، چشما چُور ڪرن مخمور ڪنون،

مِژگان مار گهتن "مصري" مام سِيتي آهو نت نمن آواز ڪنون.

## ڪافي نمبر [٢٨]

ڏراڙن ري دم هتِ آءَ ٿي گهنگهر گذاريان،

١- حاڪم هيئن هٺ حڪمن سان، ناهي اوهان جو نيم،

ڏي موڪل ته وَڃون وڃي واريان.

٢- اصلوؤن ائين لکيو هو منهنجي انگ ۾ ڪُنْ فَيَڪُوْنَ جو قَلَمُ،
هِت وِٺي ڀَروَس پاريان.

٣- آنَّ مَنائي اوڍيان آطلش، اِئُ پُڻ ڪوجهو ڪَمُ،
کيئن وِڙهيچن کي وساريان.

٤- مُن ۾ ماروئڙن جسو "مصري" ڪجڻ خيال خَتَمُ،
هِت هَنِ هَنِ هنجون وِٺي هاريان.

## ڪافي نمبر [٢٩]

ڏِس صاف صوفي، اچ اچي، پيمانہ يڪ رنگ يار جو،
تان ڪسوٽيءَ قلبُ جي آگاہ ٿئين اسرار جو.

١- وحدتان ڪثرت جسو قلزم ٿيو متارو موجور،
لُڙ لَئي لهرن لکايو ڪپر کارونيار جو.

٢- زهد طاعت ۽ عبادت کيئن ٿيندي جلوہ گر،
نيڪنامي نشانہ ڪر، ڇڏ نيم ننگ و عار جُو.

۳- ڪُفر ۽ اسلام هِت، هٿ ڇڏي تسليم ڪر،
تڪيو تڪبر ترڪ ڪر تسبيح اِستَغفار جو.

۴- مست مائل رِند انهيءَ راز جا محرم مقيم،
ٿيا پتنگ پُرجهي پرولي ڀڄ ڪري هن ٻار جو.

۵- ڪر اندر جي آرسِي تقويٰ جي صيقل ساڻ صاف،
وڃ هٽڻ جو ڇڏ ودي، تُرهو ۾ ڇڏ تڪرار جو.

۶- مَٺي مَتو مهراڻ "مصري"، آهه مشڪل موج مست،
ڪنهن تَرِي تاروءَ پتو آندو نه آهتي آر جو.

## ڪافي نمبر [۳۰]

سائيه منهنجا سيڻ، جن جا ڳالِ ڳنڍن ۾.

۱- ماڪيان مِٺا پانڌيان، ويڙهيچن جا وِڻ.
۲- صبح سا ٿيڪن ٿي، ٽڪڙا وارِين ٽيڻ.
۳- ڪِهَ ڪاڻونبا ڪنييون، خاصا سَندن ڪيڻ.
۴- "مصري" ماروءَ سامهان، نِت نتُ منهنجا نيڻ.

## ڪافي نمبر [٣١]

سانگِي سنياٰلي سانگ پنهنجا ويڙا ڏُورِ ڏِهائِي، آلا،
مانَ مياٰڙائُو مون ٿئي.

١- جوءِ جيڏانهين جيڏئين، تَن تيڏانهين تانگھ،
اوري آئيندن شال الاهي.

٢- سنيها سائِيهين جا، ڪالھ ڏنا مون کي ڪانگ،
خاصي کياٰنتي خبر سُٺائِي.

٣- مينهڻ موکون لائِيون، سا قلهارائِي ڦانگ،
جيڪا ويڙهيچن تي وِرهائِي.

٤- موتِي هيرا "مصري" چئي، پانئيان لسورا نانگ،
منهنجِي ماڙين دلڙي مُنجهائِي.

## ڪافي نمبر [٣٢]

ساهہ صِدق دِلِ اکيون جان مال مَتاعُ،
سڀ دولت تُنهنجِي.

١- درد علاج اوهان، ڪان پائيان،
ڏک سک تنهنجا ڪنهہ نہ سڻايان،
دلبر تون درمان، ويڄن ناهہ ولايت تُنهنجي.

٢- توڻي هوت هزار هجن ڪي،
مور نہ منيان جوڙ جتيءَ جي،
آهنجو اعليٰ شان، نرمل ناهہ نهايت تُنهنجي.

٣- هِتي جهان تجلو تِنهنجو،
هِت هُت آهي جلوو جِنهنجو،
جيئن سو قسم قرآن، پڙهن سدا تسبيحت تُنهنجي.

٤- دلبر دارو درماندن جا،
آيا بخت وريا ٻاندن جا،
سر ننگ لڳ قربان "مصري" لاهہ ملامت تُنهنجي.

## ڪافي نمبر [٣٣]

سجده گاهہ جاتي صورت ۾ سير جن سِر جو ڪيو،
مسجد مڙهي ميخاني ۾ محبوب تن ميسّر ٿيو.

١- هِتِ هُتي، هر كنهن وَجهہ هر جاءِ حق حاضر ڏِسي،
سرخرو ساجد ٿيا، سهسين اچن سي سر ڏِيو،

٢- سڪ سندي ساقيءَ سَجي سُرڪِي، سڏي جا سور جي،
تنهن مَئي محبت موهيا، مقرر ورڻ مانجهين مجيو.

٣- عيد جاتو عاشقن عهدئون امر اللّٰه جو،
خير شر خالق سِوا ڪنهن ڪان نہ جاڻن ڪي ٻيو.

٤- مَنْ طَلَبَ شَيءٍ مڙيئي "مصري" مرادون من اندر،
وَنَحْنُ آقْرَبُ ويجهڙو وَوڙيندي وارث وَرُ ٻيو.

## ڪافي نمبر [٣٤]

سڏڙا شال سڻيندو، پلؤ لائي نال نيندو.

١- پنهل پازيائي پانهنجون، چپر ڪين چڏيندو.

٢- مشفق موهم مرض سڃاڻي، سهجن ساڻ سڃيندو.

٣- نازڪ نيڻ ڪيبر ڪيفي، گسولسيءَ ساڻ گڏيندو.

٤- "مصريءَ" محبت جون ميخون من ۾، جا ني جوڙي جڙيندو.

# ڪافي نمبر [٣٥]

سنگهارن کي ساري، ساه منهنجو سومرا،

١- والي ويڙهيچن ڏي واڳ وطن تي واري،
قسمت قيد السماءُ مان عليءَ شيرُ آڪاري،

٢- مڙئي ملڪ ملير جو پريو مينهن موچاري،
ڀون ڀنهوارن ڀاهنجون ڀُر ڪيون ڀَلُرُ پياري.

٣- اندر اباڻي ٻار ڏي جهجيو جيءُ جهينگاري،
مون مَنُ ماروءَ ڄام لئي گوندر ڏينهن گذاري.

٤- ماڳ اهي "مصري" چئي وِهان ڪيئن وساري،
اٿم اميد الله ۾ ڏاتر شال ڏيکاري.

# ڪافي نمبر [٣٦]

سهڻا سائين، مون نه سرندِي، سرِي سيڪا سڄڻ نوڪي.

١- ڀُنيءَ تنهنجي ڀورهيت ڀاڻ مهاڙي،
پيئي ٻازياڻي پرندِي.

۲- هوندي هوت هميشه جاني جُتيءَ ساڻ وي،

وري وِرچي ڪِين وَرندي.

۳- شوق اوهانجي شمع جيئن شائق،

تنهنجِي ٻرِي آهي تا بہ ٻرندِي.

۴- ”مصري“ مارِي آهي درسن ڏاران،

مُنہ ڏسڻ ڪاڻ مرندي.

## ڪافي نمبر [۳۷]

سهڻين رنگ سيلا سنها سر تي ستمگر ڪيم ڪر،

درد وندن جون دليون حيران هر هر ڪيم ڪر.

۱- سياه سنبل زلف سهڻا رخ متي چوڙيو چڏ ٻن،

مشڪ سان موهي مَلِي، ماندا مسافر ڪيم ڪر.

۲- ڪڻ سلوڻا نيڻ نرگس نيم خوابي پُر خمار،

نِت نقاب اندر نماڻا ناز ٻرور ڪيم ڪر.

۳- منهن وجهيو محراب ۾ ابرن جي عاشق عيد ڪن،

ٻوالعجب ٻرقعہ ڍڪي آسمان اختر ڪيم ڪر.

٤- جلوه‌ گر جلوه نما ٿي مهر ڪئي "مصريءَ" مٿي،
دلربا درسن ڏيئي در دست خنجر ڪيم ڪر.

## ڪافي نمبر [٣٨]

عشق * سچو ٿي امام، مذهب محبت جو عين مبارڪ.

١- سڻ خليفا معلم خبرون، ذوق وڃايم زيرون زبرون.
پيش پري ٿيا جزمون لام، ڦرهيءَ انهيءَ ڪان ٿياسون فارق.

٢- قاضي ڪامل، ڪاتب قاري، ٻره ڇڏايم بزرگواري،
حُسن هلايو حڪام، تاب تُنهين جي ڪيو تن کي تارڪ.

٣- ست سڪڻ جي پڙهه تون ساري، ٻيا ورق وهم وساري.
آءٌ تہ بدون احرام، طلب اٿيئي تحقيق تبارڪ.

٤- منهن ٿيو محراب پرينءَ جو، سجدو ساب پيو "مصريءَ" جو.
پلي چون بدنام، رمزن ٥ هِن ۾ ٿياسون غارق.

---

* ٻي پڙهڻي: عشق ساروڻيي اسلام، مذهب ملّت جو عين مبارڪ.
٥ ٻي پڙهڻي: غمزن.

# ڪافي نمبر [٣٩]

(مثنوي عرف غزل)
(بي نقاط)

١- ڪارَ ڪر ڪاهل مَ هو، ڪر ڪَار ڪامل رَهُ ڪمال،
ڪم ڪوس، ڪم ڪر لڪ لمحہ، هر مهل هردم ڪاڻ حلال.

٢- ڪم ڪار در محڪم مهل سر هوءِ ڪوڪس هڪ ڪلام،
سو مرد موراَ ماهہ مڪرم آهہ محرم دل مدام.

٣- وِهُ م معطل ڪر مطالع اسم احمد (ص) ۽ اللّٰه (جل)،
اهو ڪار ڪم سارو سرس آهہ، وِره واهر واه واه.

٤- واه واحد آهہ اعلي ملڪ مالڪ مددگار،
سو سدا سرد و گرم در آهہ همدم هر دوارُ.

٥- دَو مَ لِڪ ڪر دُور دو ۽ رام راه هِڪ،
رهَ سدا سرهو سُکحالو، لا وَهم لا حد مَ لِڪ.

# ڪافي نمبر [٤٠]

(بي نقطہ)

ڪر ڪا مهر مِل ماهرُو، مَ لِڪاءِ مک مڪرم مُدام،

۱- دلدار دم دُور ۾ وهو، ڪو ڪر ڪرم ڪامل اهو،
هر مَهل سر مُڪ ڪولهو، هڪ لڪ لمحه وار هو لڳام،

۲- ڪَرِ هو درد دل ڪا دور، دک ۾ لڪاءِ مارو مورِ مُڪُ،
سرهو سدا اهو سور سُڪ دل دام در دار السّلام.

۳- ڪر ڪرم وارو ڪو ڪڪر، وهلو وسو وس واه ور،
وه ورِه آه واه واه وڪر، اصلً لڪئو عالم دوام.

۴- ره راس راول ڪر رحم ۾ سُهاءِ سو سَهسِ سَهم،
حور و مَلڪ مارڻا مرم، مائل ڪرهو مرهم ملام (ملحم).

۵- ڪا مدد مالڪ مهر ڪر گولو گداگر گام گهر،
سرهو سڪحالو ساه سَر "مصري" رکو عالم امام.

## ڪافي نمبر [۴۱]

ڪعبه مينون قبلهٔ نماءَ جهنگ جهوڪ راجهنديِ.

۱- هر مذهب ملّت دا مالڪ ماهي متوالا.

۲- مُڪ محراب مُعلّي مسجد سجده گاه صفا.

٣- چڙھ ڪر عرش مناري ڪِيتُس جَلوا جا بجا.

٤- بيرنگي وِچ بين بجيندا رونق رنگي افزا.

۵- مشرق مغرب دي وِچ "مصري" اظهر ارض سماء.

## ڪافي نمبر [٤٢]

ڪوھ ڇاڻان ڪهڙي ڏوھ، ڇوري ڇپر ڇڏي ويا،

ڏاڍي زوراور ذات جتن جي.

١- پينر پانئيم ڪِي پيڙا هوندا،

آخر ڏيئي آندوھ گولي گوندر گڏي ويا،

ماءُ ڏاڏائي ڏِسُ ڏيرن جي.

٢- جڏهن مديون منهنجون ٿيون محبن معلوم،

تڏهن رُلائي رند روھ، وري ويلي وڏي ويا،

جوڙي هنيائونم جڙ جيرن جي.

٣- ڪرم ڪميڻيءَ جي قلم قضا جا جهڙا،

لِکيا هئا منجھ لوح، اهڙا انگ اڏي ويا،

ڪانهي ڪنگالِ ۾ پهچ پنڌن جي.

۴- ڀِـڳــو ڀـڃــاڙ ۾ ٿــي محڪم "مصري"،
ڪيچن ڪارڻ ڪوهُ، جنهه لڪ تان لنگهي ويا،
ووڙِ آنهن جي واٽ وطن جي.

## ڪافي نمبر [۴۳]

ڪوهه وِلِين وڃيو واٽ سين ويهي،
معلوم محبوبن کي حال مڙيئي.

۱- ڪِڙوا ڪِيڙئي جي قدم قدم جو،
صاحبُ سمجهي سيڪِين ڪُل ڪن ڏيئي.

۲- وحـدت ڪــثـرت ۾ ويڇو ناهي،
چــاهِــن جــاڙا جُت جيئن هِتَ هيئي.

۳- وَنَـحۡــنُ آقـۡـرب کي چيئي چڪا سِچ،
ويٺي وَڍِــنِ جيڪي سِـيَـن سيئي.

۴- مــاٽ مُعما جِــي معنيٰ "مصري"،
دانـهِ مَ دڪــ سڪــ آهِ سيئي.

# ڪافي نمبر [٤٤]

ڪيئن کھائيون ڪنديون ڪنديون، تُنھنجي ٻره ٻچڻ جون.

١- وَنَحْنُ اَقْرَبُ نيڻ آڙائي، چشم او يـڙا چوڏس چائي،
ٻازيگر تسو ٻنديون ٻنديون.

٢- جي نيڻن نوڪُن چڙھنديون، سي سُبْحَانَ الَّذِيْ آسْرِيٰ پڙھنديون،
دِلبر دَردن وَنديون وِنديون.

٣- ڪونيو وينو ڪيس ڪرائين، وِيڙيون وارو پـوءِ ورائين،
گــڏ وھارين گنديون گنديون.

٤- ٻره اوھان جو ٻيشڪ ٻارِي، زوراور ڏوسين زارو زاري،
ميِنِ ”مصريءَ“ جون منديون منديون.

# ڪافي نمبر [٤٥]

ڪَيئي پريشان پريون پريون، تو رمزون لائي.

١- ھر دو جھان حيرت ۾، حورون تُنھنجي محبت ڪيون مخمورون،
چاھہ ڏسي ٽيون چريون چريون.

۲ـ سسيون، سهٽيون ۽ ليلائون، ٻَڌي ٻيٺيون اچي سي ٻانهون،
ڏسي ولايت ورِديون وريون.

۳ـ ٻَڌي ٻندڻ ٻِيارا سي ٻائِي، ڪاريهر ٻيٺا ڪنڌُ نمائِي،
ناز پڳيڻ تُنهنجي نَريون نريون.

۴ـ ”مصريءَ“ ساڻ مِلي ڪر ميڙا، آءٌ اڳڻ ڏاڻ وسنم ويڙها،
عرض اهيئي ڳا ڪريون ڪريون.

## ڪافي نمبر [۴۶]

ڪيهي ڪتابت ڪريون، ڪاڪل ڪنڌڙي ۽ ڪجل جي.

۱ـ صفون سهسين سڪندن سنديون، چال ڏسي ٽيون چريون،
ٻيچون ٻيرنگ ٻي مثل جِي.

۲ـ ڀائي دام دِلين ڪي دلبر دست دُواليون ڏريون،
طمع ڏيئي تِل جِي.

۳ـ هنيون حيرت ۾ حُسن جي حورون ٻرت پڙن ٽيون پريون،
انهيءَ شڪاريءَ جي شڪل جِي.

۴ـ ”مصري“ مشتاقن جي رت سان نيڻن نوڪون ڀريون،
ڪار ڪيبر ڪن قتل جِي.

# ڪافي نمبر [٤٧]

گهونگهٽ واريون گتيون چڏ هرگت گڏجي.

١- ڏي ڏڏن ڪي ساغر سڪ جا، لاهہ نقاب لڪڻ ۽ لڪ جا،
مائن سنڌيون متيون متيون.

٢- پيئون پڌر سي پوءِ نہ ورنديون، تانگها تار مڙيئي ترنديون،
جي راز تنهنجي ۾ رتيون رتيون.

٣- بيحالن جي بندي بيهارڻ، مشتاقن جي مارڻ ڪارڻ،
سِر چوڙيئي سي چتيون چتيون.

٤- من طلب تنهنجا قول اصل جا، واري خيما ڪوڙ وصل جا،
پيج فراق جون پتيون پتيون.

٥- سچا سخن فَاَمَّا السَّائِلَ، "مصريءَ" ساڻ ملي ٿو مائل،
پار پرين پنهنجون پتيون پتيون.

# ڪافي نمبر [٤٨]

قيد چڏ يندم ڪين، عمر اجهي آيم اباڻا،

نيٺ نِڌر من نِين، ڏسي پنهنجي ڏيهہ ڏاڏاڻا.

١- ميرا مَنهن مارو پنهنجا ماڙين تي نہ متين،

تکيا تنهنجا طول وهاڻا.

٢- وَتن سنگهار سدائين سَنرا، ڏوري قوت کُٽين،

ڪائي لُلر، لَنبُ ۽ لاڻا.

٣- چوڙيليون چاريندي وڃڙا، پسريسو نت پرين،

ڀُميءَ سين پاند پراڻا.

٤- "مصري" مارو ملڪ پنهنجي ۾، سَرُ سَڏ نہ سُٽين،

ويڙهيچا وتن ويڳاڻا.

## ڪافي نمبر [٤٩]

لاڻيون ڏينهن گهٽا، ڪَڏهن ايندا.

١- ساريو سانگيئڙن کي ويٺي هٿ هڻان،

٢- مارن ساڻ ملير ۾ کڏا کير کڻان.

٣- منهنجو مرڪ نہ ماڙيون، ويڙهن منجھ وڻان.

٤- ڀلڪ پراهين نسڻ ٿيان، ڏراڙن ڏٺان.

٥- "مصري" ماروءَ چام جي مُنهن ۾ مُشڪ مٺان.

# ڪافي نمبر [٥٠]

ماڙيون ڀائيان ماتام، مولي ماروئڙن ڙي دل مانديِ،
الا وَرهَہ وِهامي راتڙيِ.

١- اوٺيِ ابــاڻــي ڀــار ڏي، مَنَ پِرهہ ڦٽيءَ پيغام آئيِ،
ڀائر ڏيهہ جو ڪـو ڀانديِ.

٢- مــوتــيِ اسانکي ميهڻو، هــيــرا هــار حــرام،
آهي چوڙيرن کي چانديِ.

٣- ڪــوءِ ڪڙولا قــيــد جــا، ڪــوڙا ڪــوٽ ڪــام،
ڀانئي ڀاهہ بــرابــر بانديِ.

٤- ڪندا نيڻي ڪڏهين آلا، منهنجو مــلــڪ مــقــام،
ڏيندا قيد ڀائيءَ جا ڪانديِ.

٥- ماڻَ وڏي سان "مصريءَ" کي آلا، ميڙئين محمّد(ص) جام،
تہ ٿئي وهم انهيءَ کان دل وانديِ.

# ڪافي نمبر [۵۱]

منهن تنهنجو مصاحف، ٻي ادب تنهن سان ڪيئن ٿيندس.

۱- منهن مبارڪ مظهر ذاتي، صورت جاٽي صاف،

صدقاً ساري سجدا ڏيندس،

۲- جهڙي ڪهڙي حال توسين، ڪاهي ٻنيون ڪوه قاف،

نينهه نباهي نازڪ نيندس.

۳- جاسينءَ آهيم ساه سيني ۾، لاشڪ ڪانهي لاف،

من موهن توکي ڪين مٽيندس.

۴- جي مليو "مصريءَ" کي محرم، تہ سيئي سور صراف،

توسين ورہ ويهي وڻيندس.

# ڪافي نمبر [۵۲]

ناتي نازن جي ڪيا نظر نهال، مُلڪ فَلڪ مخمور ٿيا.

۱- ڪيائون ناز نقابا لاهي، وِڌائون ڪوٽ ڪفر جا ڍاهي،

ٻـاندي ٿيا بيحال، چشم مبارڪ چور ڪيا.

٢۔ تجلن تنهنجن جبل جلايا، آن آڙاه تي عاشق آيا،
پئي ڏٺا پيمال، مچ گهڙي منصور ٿيا.

٣۔ سهڻي ساقي ساغر سِڪ جا، لِڪ لِڪوڻي لحظن لک جا،
ڏنئن جام جلال پيتائون پُر نور ٿيا.

٤۔ جهڳ مڳ جهلڪيدار پيالا، محب ڏناسون محبت والا،
"مصري" مالا مال هينئڙي هاڻ حضور ٿيا.

## كافي نمبر [٥٣]

نوكان نيڻ مريند يان نال نظر دي نونت سانون.

١۔ لا مكان لنگهه لهر دي اندر، اسان ڏي وچ آڙدي،
آفلاكان آڏريندِيان، طرف عُشاقاندي آز آسمانون.

٢۔ خواب آلود خنجرزن خوني، ڀُري رنگ عجب آفسونِي.
ڏُهري دام ڏريندِيان، كج ابرو والي قوس كمانون.

٣۔ چلڙي چوڙ تي چَتيان چُنكن، لامع لڙك مثل لک لٽكن،
كاكل كرك كريند يان، سنبل زلف سياه زمانون.

٤۔ شوخ شرابي شور سرشاري، جوهردار ڏيون جهلكاري،
هر هٿ مار هريند يان، ساغر صبر "مصري" دا مكانون.

# ڪافي نمبر [٥٤]

ڏيئي نمالڻ جون دليون ناحق نگارا بي سبب،
وٽ وهو ويجهو، وريو ڪرين ڪنارا بي سبب.

١- ناز سين لاهيو نقاب، گڏ ويهو گهونگهٽ ڪڍين،
ڪوه مٺا مشتاق مارين، ڏيئي نظارا بي سبب.

٢- لعل لب لعلون يمن جون، روءِ رُخ رَشڪ چمن،
نيڻ نرگس نيم خوابي، انتظارا بي سبب.

٣- زلف سلسلدار گيسو عنبرين رُخسار تي،
ڪَر ڪٽيو ڪائين ڪليجا ناڱ ڪارا بي سبب.

٤- ڪن ڪمان ابرو اڏو واڏ، رخش رستم زال ڪي،
سام برزو، گيو ڪاڻ، ڳا وڻن وارا بي سبب.

٥- عشق جبي آئيواري ۾، پوءِ پراهون ٿيو بيهين،
آه دل دلبر سنديءَ، سنگ خارا بي سبب.

٦- سَهجڻ سڪندن ڪي سڏيو ٿهٽون تڙائين ترت تون،
ايءُ سندوءِ انصاف عالم آشڪارا بي سبب.

٧- مر نہ عاشق عيد ڪن، ماٺا م ڪر محبوب تون،
ڪيس چڙ ڪوہ ٿو ڪهين، وَر ڏيو ويچارا بي سبب.
٨- مهر ڪر "مصريءَ" مٿي خوشدل، مَ ٿيءُ خنجر گذار،
نہ تہ عوض وٺندءِ انهيءَ جو داد دارا بي سبب.

## ڪافي نمبر [٥٥]

وَجي وِڃا وِنڙھہ، سوئي سَرَ ساڏوھيون.

١- سائينءَ ڪارڻ سومرا، جهانگين سانڻ م جهيڙ.
٢- نسوڻ جنهين جا نجهرا ڀونگا مٿي پيڙ.
٣- ڪک ڇَرُن جا ڪيمڪي آڏيا اولا آڪيڙ.
٤- ٿر ڇايون ٿرن مان ناحق ڪيم نِڪيڙ.
٥- جُڙ ڀِئي جس جهان ۾ اهسڙو عدل پَڪيڙ.
٦- ماڏي ربّ "مصري" چئي، موٺي مارن ميڙ.

## ڪافي نمبر [٥٦]

وجن ونڙهيچا نہ وسري،
وهڪُون جن جون وارين ۾.

۱- ڏار ڏنگهر جي ڏٺ، ڀوُن ڀرايم ڀٽ،
وکيا مون ٿي ور وٽ، ڇام ڇُندا ڇارين ۾.

۲- جُوءِ ڪُشادي جيڏيُن قوت ڪڪائون ڪن،
ڏونرا ڏيڻ وڻن ڀهت ڀنوارن ۾.

۳- ڪالهه ڪتي جا مون، رڪ ڀرور ڀڻُ تنه جو تون،
سونُ رُڀو ۽ سيمون سوءَ سنگهارن ۾.

۴- ويڙهه وماسيا وَتن، ويڙهيا منجهه وَليُن،
"مصري" ماڳ سندن گهونن ۽ گهارين ۾.

## ڪافي نمبر [۵۷]

وڃي ويڙهه وٽاڻ، ڏوري ڏوٽيڙن ڪيا.

۱- رهن سدائين رُج ۾، اهڙا آنِ آهيڃاڻ.
۲- نَڪي پُرجهن ٻاڻ ڪي، نَڪي جاڻن ڄاڻ.
۳- وِهڪون واريءَ وچ ۾، پنن پاسي پاڻ.
۴- آئي آڏ ٿرن ۾ لوڀارن لاڏڻ.
۵- نَوڻ اڏيائون نجهُرا، ريلن راڄ رهاڻ.
۶- ڏسي لاهيان ڏڪڙا، ملي مارن ساڻ.

# كافي نمبر [٥٨]

وسري ويا هئي جڳ، جڏهن دل جان سان دلبر ڏٺم،
مهتاب مک محبوب جو محراب مُنهن منوّر ڏٺم.

١- دل سجاتو سڄڻ جو اچي سير سيڪنهن جاءِ تي،
من جا ٿيا مطلب مڙيئي پورا پرين پرور ڏٺم.

٢- شيخ، قاضي، پاڪدامن، اي مشائخ مولوي،
ڪر نصيحت ڪي ڦٽو، هر جاءِ حق حاضر ڏٺم.

٣- دين ۽ ايمان تقويٰ پيا زلف جي پيچ ۾،
دام ۾ داڻي مثل تڪرار ڪارو تر ڏٺم.

٤- عمر ساريءَ جي عبادت ترِ هڪي تاراج ڪي،
ويو ڪسي هندو هٿي، ڪعبي اندر ڪافر ڏٺم.

٥- عاقل ۽ عالم اوليا صنعان جهڙا سو هزار،
قيد ڪاڪل جي ڪڙي ۾ ملڪ سب مضطر ڏٺم.

٦- حسن خود هٿ ۾ جنهين جي دام ڏاڍو دلفريب،
راه رهـزن وڏوئي، رهنما رهزن ڏٺم.

۷- چوطرف چارئي ڏسيون، چوڏهن طبق چارئي مڪان،
ڪونه هيو ٻندڙ دليون، تنهن مَٽُ نہ ڪو مُسخّر ڏٺم.

۸- ڏس همت حضرت حسين جي ٻُٽ اڪيون اي آسمان،
دل ڪُنل دَشت ٻَلا ۾، ساقئي ڪوثر ڏٺم.

۹- ٻڙ مٽي ٻوري ڪئي منصور، "مصري" سڀ مراد،
سربسر صورت الاهي، سونهن سندس سرور ڏٺم.

## ڪافي نمبر [۵۹]

وڻ چڙهي واٺي مٺي ڪانگل ڪَهي تو ڪالهہ جا،
چَو اڱڻ ايندا ڪڏهن هت هوت محرم حال جا.

۱- لَنؤُ مَنهن منهنجي مِٺا، ليکي لکڻ تنهن لال جا،
ڏي خبر ڪنياتا ڪري، جَڏيون جياري جال جا.

۲- ٻر هٽي ڪي ٻار ڏي، ماٺن پرئي جي مثال جا،
سي سنيها ڏي سگهو، سونٺي اچڻ جي مقال جا.

۳- گس جهلي گونڌر لٿا، ٻُڌي ويڻ واٺ وصال جا،
سي لمحہ لحظي لهي ويا، سيٽن ڪئي سنيال جا.

٤- ڀِـهـر محبوبن سـنـدِي عيسيٰ امــر آعمال جا،
ٿيا جـنـازا جان سين ساعت انــدر صـد سال جا.

٥- هَـتُ ڇُڙي ۽ اِڪ ڦِري، ٻِي ارٽ ڏُرڪي مـال جا،
ٿيا سياڳا سوڻ "مصري"، جـرح ويــا جنجـال جا.

## ڪافي نمبر [٦٠]

(مثنوي ڪهي سودا)

هڪڙي ڏينهن درويش دل داناءَ ڪان هو هيئن ٻُڌو،
حال هيءُ هاديءَ تنه مون تي رئي ميو روشن ڪيو.

١- مون ڇبو موليٰ ڪُنوار هيءَ کهڙي ڇِنيل آهي ڇڳي،
ڇيائين اِنهيءَ مڪّار ملمعي مڪر سان آهي منهن ڇِنيو.

٢- عرض ڪيم اعلاج ڪٿي ڪو نفس نافرمان جو،
ڇيائين خودي ڪٿي ڪانءِ ٻوءِ ناقص ڪي جائج نِرُ ٻيو.

٣- هــيءُ ڪجاڙو آه ڪامل مِـلـڪ ۽ اولاد مــال،
ڇيائين اِنهي دلــوي ڏُتارِي دينُ ايمانُ نيهڙ نِيو.

۴- ڇڏ اهو بيهودو بلڪل آهہ اجايو قيل وقال،

صحيُ سو لوڙيندو سيڪو، جيڪي جنہ جي حَقِ لکيو.

۵- ظلم سين ظالم ضعيفن جون دليون ٿا ڪن زيانُ،

اي بگهڙ بي ترس ڏس ڏاڙهين ٿــا ڏڏرا ڪيو.

٦- عيش دنــيــا جــا مڙيئي، مــانَ وارا ۽ مــلــوڪ،

سُڪـــ هِڪي ساعت جو ۽ ساري عمر جو سور ٿيو.

٧- ايُ وڏو منصب ٿا ڄاڻن ڪد خدائِي ۽ ڪوانر،

هُل ڪيو هاويءَ هٽن ٿا شيخ جيئن سرگس ڪيو.

٨- ڪيمَ ٿيءُ مغموم "مصري" هيءَ نصيحت ڪر قبول،

لَڄ رَهِي تان لَڪَــ ڪنيا، مون پير پنهنجي ڪان پڇيو.

## ڪافي نمبر [٦١]

هيڙا سِڪڻ منهنجا حال ڪيا، آهُ ڪاڏي خبر ڪنياتا ڪَرِي.

١- رمــز رســم آهـــي ريت اڳيئي آوهان آل اهــا،

هر هر هِتي جا هُتِ ڏيو، سڪندن سدائين سَنِيها،

آسا ڪيم مت پنهنجي پرِي.

٢- هن ضعيف جون زاريون وڃي ٻِيئن چئيج جيئن ٿي چوان،
کهل ۽ کو قياس پئي، ڪانگل آءٌ ٿي ڪارون ڪريان،
ٿمي نيڻ ٽيڙم هنج هري.

٣- چئج موٽ مسافر سپرين، تُنهنجي منهن ڏسڻ لئي ٿي مران.
درد جـي دريـاءَ ۾ تُنهنجي تـوه تُرهي ٿي تران،
نہ ٿہ مهدويس هوند مري.

٤- سيئي آڏامـي آڻ تـون، وڃي ڏينهن گهٽا جن لائيا،
ڇو متان ڪي ماندو ٿئين، آهين محب "مصري" آئيا،
لئو لاتِ ڪا آهڙي وري.

## ڪافي نمبر [٦٢]

هڪو سائين سچو سرڄي، ٻيو ٻرڄي ڪو ﻣ ٻرڄي.

١- ڏول ڏلايون ڏڪيندي عيب اسان جا وو ميان،
ورِي ورنه ڪين ورِڄي.

٢- سهس اٺاره عالم روزي ڏيندڙ وي،

چکي چوٿو ڪاڻ چرچي.

٣- آپر عِصيانن جا پولا پتيون وو ميان،

پڳائين معافيءَ سندي مُرچي.

٤- مليو "مصري" کي محضر مُهر محمّدي وو ميان،

پلي خزانا خرچي.

---

# سر ڪوهياري

## ڪافي نمبر [ ١ ]

اڄ پرڪياڻي پيئي، پنهل سائين پُٺيءَ تُنهنجي.

١- ڪري ڳُوڙهيون ڪچايون ڪوڙين، پلو ميان،
آئِي دَرِ دوست سند ڏيئي.

٢- وِرهه ور ڏيئِي، وراڻي ڪئي ويڳاڻي، پلو ميان،
وسئون ويچاري ويئي.

٣- سڏي هيڪر ساٿ پنهنجي، ڳڏي ڳوليءَ ڪي، پلو ميان،
نانءِ الله جي نيئي.

١- مُحب "مصريءَ" جون مَدايونَ، اصلئون آهن، پلو ميان،
ستئي معلوم مڙيئي.

# ڪافي نمبر [ ٢ ]

ٻاروچا ٻانهيءَ سان جانِي الله لڳ لاهه جدايون.

١- وڙ اڳوڻي ڪان آءٌ وَر وٺي،
ٻنهل پريتِ ٻنيان تو پيٺي،
تنهن دلبر ديوانيءَ سان،

وارث! ڪرم وجهُ جون وايون.

٢- ننگ ٻريا ننگ نيت نهارينِ،
ڪَچيون ڪمِيڻن جون ڪِين آگهارين،
اصل احسانيءَ سان،

ٻلا ڪن ٻري ٻال ٻلايون.

٣- تڪي تارَ تو هنئي تڻ جي،
سدا چڏيم سَڏ سيج سمهڻ جي،
مُنوئي مِزمانيءَ ساڻ،

ڏونگر واريون ڏيئي ڏهايون.

٤- ”مصري“ مچي جيئن جَرڪان ٻاهر،
نيئن گهنگهر ۾ ڏينهن گذاري گاڏُر،
هوت ري حيرانيءَ سان،
عشق وَڃايس البيلا نوِن.

## ڪافي نمبر [ ٣ ]

ٻارئين جي مارئين، توڙي نٿو نهارئين،
آءٌ اوهان جي آهيان.

١- ٻرين ٻانڌ نہ ڇڏيين، جي ٿي ورهيہ وهارئين،
آس اميد نہ لاهيان.

٢- رڻ ۾ راحت روح ڪي، توڙي بَرَ ۾ بيهارئين،
سُڄ وَسندڙي ٻانئيان.

٣- موچارل! منهن پنهنجي، ڏُکيءَ کي نہ ڏيکارئين،
دَر تُنهنجي دانهيان.

٤- ملڻ جي ”مصريءَ“ سان، گهڙي جسي گهاريين،
ڳُڻ سَندءِ هوند ڳائيان.

## ڪافي نمبر [ ۴ ]

ڏُکل دوست خدا، مُجرمن مٿان، خِيمو خاص اڏيندو،

١- ڏسِي ڏوهارين کي، واري واڳ وِچان، الا...
حضرت هٿ ڏيندو.

٢- آجهو ٿيندو عاصيين، احمد (صہ) جامُ اڳيان، الا...
دارو ٿي سڀ درڙيندو.

٣- پرين پازيائين جي، ڪري پاڻ پُڇا، الا...
گنهگار گڏيندو.

۴- "مصري" محرومن جي، مهرون مُصطفيٰ، الا...
سيّد سام جهليندو.

## ڪافي نمبر [ ۵ ]

ڏسي ههڙا منهنجا حال ووحال وو، اجهي اگڻ آرياڻيءَ ايندا،

هِتِ هوت اچي هڪ ٿيندا.

١- نيٺ نمائي نڌر، نانءَ سُيل،
نِسبي ٻورهيت پنهنجي ٻوءَ پيل،
لڙي ٻچندا سي لکيال وو لکيال وو،
ڇِني ڇپرن ۾ نہ چڙهيندا،
وَتي ساڻ وڇوڙيل ويندا.

٢- ڀلا بدڪارن جا ٻار ڪٽن،
پيهي ٻازيائين ڪي ساڻ ٻُچن،
وري واري واڳ وصال وو وصال وو،
مٺي ڪاهل ڪرم ڪريندا،
هيءَ نال نِمائي نيندا.

٣- مِلي معاف ڪندا محبوب مَديون،
سَڏي سِيني لائيندا سڪنديون،
ڪندا سَهجون سجڻ سنيال وو سنيال وو،
وڃهي ويجها ورهہ وَنيندا،
مان سان محبت ڪين منيندا.

۴- شاهه "مصريءَ" جي اڇي ماڙ ڪندا،
تنهن جي ٻختي ٻياري ٻاڙ ڪندا،
سندا ڪوثر، قدح ڪلال وو ڪلالوو،
ٻري ڏُهرا دست ڏريندو،
ڳل ٻانهون ڏيئي ڏيندا.

## ڪافي نمبر [٦]

زاري تو سان زاري، تُنهنجي محبت آهيان ماري،
چاڪ چُڪيءَ جا ويون چوري.

١- هَنيئي نيزا نينهن جا جگر ۾ جاري،
نِيئي ڪيلجا ڪوري.

٢- سَواءِ تُنهنجي سُپرين، ٻانيان قيامت ڪاري،
آءَ الله لڳي اوري.

٣- هوت منهنجي حال جِي، توکي سُڌِ ساري.
سَگهان ڏونگر نَئِي ڏوري.

٤- متان وجهين "مصري"ءَ سان، گهڙيءَ جي گهاري.

جاني جُدائيءِ ٿيءِ جهورِي.

## كافي نمبر [ ٧ ]

سدا منهنجون سڪنديون، پاندي روز پچن،

آکڙيون عربي چام کي.

١- ناتي نبيءَ ڪريم جي، نائي نينهن نيِنِ.

٢- اندر آڪند عجيب جي، آهر آج ائن.

٣- محبت جي مِجاز جا، مَگر مچ مَتِنِ.

٤- تَسياريون طلَب ۾، تانگهُو ڪيو ترسن.

٥- هاشمي حبيب ڏي، منجهان هيج هلن.

٦- مولي هن "مصريءَ" کي مِيڙِئين محبوبن.

## كافي نمبر [ ٨ ]

موٽ سپاجهل* سائين، واقف حال منهنجي جا.

* سپاجها.

١- دوست دعا ڪِئي وئي آهيان، پلو ميان،
تنهنجي سر جيئي سدائين.
٢- مَنٺ مناسب وئي ناهي ڪي، پلو ميان،
ڪميٽيءَ ڪي ڪَڍاهين.
٣- شال موچاري وئي مَن پوئي، پلو ميان،
واڳ ولهيءَ تي ورائين.
٤- ”مصريءَ“ ساڻ وئي محبت جو، پلو ميان،
ناتو نينهن نِباهين.

## ڪافي نمبر [ ٩ ]

ڪرهل آءٌ ڪاهي، واڳون ورائي،
چُل مَ چام، چَنيءَ جا.
١- گڏيو وچو گوليءَ ڪي، ليڙن سان لائي،
٢- تو لئي تونگ وٺن م، ہانيڻِ ہاڏائي،
٣- ڏاڍو جوش جبل جو، تَتين ڪي تائي.
٤- تُنهنجي مدد ”مصري“ چئي، مارڳ مَرڪائي.

## كافي نمبر [١٠]

گهوري وڃان گهوري، آءٌ الله لڳ اوريِ،

ڏُکيا گُذارڻ ڏينهڙا.

١- ڪانئيان هاڻ ڪتڻ ڪي، طُولُون تڪيا ٿوريِ،

سِڄُون پانئيان ٿِي سَپ سِينهڙا.

٢- گولِي گَس گونگن جا سدا ٿِي سوريِ،

ٿَوان لايو توسين نِينهڙا.

٣- دِلڙيون درد وندن جون، چريون ڪيئي چوريِ،

هوت نيئي تو هينڙا.

٤- مُئي دِل "مصريءَ" جِي، مِلڻ ساڻ موريِ،

وَس مُنداڻتا مِينهڙا.

## كافي نمبر [١١]

ليڙا لانچيائون، جَمَل جانڪيائون،

آڏيءَ رات آئِي ڪَري.

١- ٻوٽيون ٻڌائون ڪرها، ڪامڻ ڪاهيائون.

٢- ٻوندي ٻار نه پيڪيا، ڪٽ نه ڪڇيائون.

٣- چرڪ ڏيئي چوريءَ ڪي، ڇپر چڙهيائون.

٤- ماڳ نيئي ”مصري“ چئي، ڏاگها ڏانيائون.

## ڪافي نمبر [١٢]

هوت ۾ چڙ جاهه هيءَ، سائينءَ لڳ سميع،

ٻرين * پيادي پنڌ ۾.

١- مڙني مٿانهون مُرسلين، ٿيو تنهنجو شان شفيع.

٢- قائم قُرب قـرآن ۾، قادرَ ڪيوئي قويُ.

٣- عيب ڍڪيائين عاصيين، لاڙي پاند لونگيءَ.

٤- لَولاکَ لَمَا خَلَقْتُ الْاَفْلَاکَ واحد ڏنئي ويءُ.

٥- ڪرمَدت ”مصريءَ“ سان اچي، واري واڳ وليءَ.

---

* خليفي جام مڪسيءَ جي روايت: ٻيرين پيادي ......

# سر پيروي، ٽوڙي وغيره

## ڪافي نمبر [ ١ ]

اڄ عشق ڪيا پورا عدد، قالُو بليٰ جي قول جا،
بدنام ٿي تنهن ڪر بندي، جنهن ڪر ھنڍڻ پيبيس ڀول جا.

١- جڏهن ڪِن اڃي ڪيڊيا قلم، امرنهي سيٖ ٿيا عدم،
بيرنگ مٿي رنگي رقم، ري خط لڳا رتول جا.

٢- جفّ الْقلم قابو ڪڙا، اهڙا ٻار بدناميون ٻڙا،
پايو ڏي پڙاڏا ۽ پڙها، ڳوٺن ڳلين ۾ ڳول جا.

٣- ٻاري ٻرهه ٻاري ٻني، ڪثرت ڪني، وحدت وني،
ٻنهنجي هٿين ٻنيائين ٻني، پولا لٽا پوَ ٻول جا.

٤- ڪج ابرو ڏسيو ڪعبو ڪري، سِيني آندر سَجدا سَري،
هوسين حڪم هورين هري، هرگز هٽايائين هول جا.

٥- صُمٌ بُڪْمٌ عُمْيٌ آنڌا، مردن آٿي جيڏرا ٻُڌا،
تڏھ منجھہ گهڙي "مصريءَ" وڏا، لئي ڏول ور وڙول جا.

## ڪافي نمبر [ ٢ ]

ٻَردو ٻرين وچ ۾ ٻانهنجو آٿيئي ٻاڻ.

١- وَهُوَ مَعَڪُمْ اَيْنَمَا ڪُنْتُمْ سمجهي صحيح سڃاڻ.

٢- وَنَحْنُ اَقْرَبُ وٽ ويجهوٽي تو هي ساڻ.

٣- وَ فِيْ اَنْفُسِڪُمْ اَفَلَا تُبْصِرُوْنَ اهو اٿئي اهڃاڻ.

٤- "مصري" چوي مُحبت جو پريو نينهن نِڀاڻ.

## ڪافي نمبر [ ٣ ]

پنهل جا پُڇندي الا، پنڌ رند راهون پيچرا.

١- لڳي لالڻ ٻٽ ۾، لَڪن سان لُڇندي.

٢- ساڳو سِر والن جو، ڏوري شال ڏِسندي.

٣- جانب ڪاڻ جبل ۾، تَر ڇَپر چُلندي.

٤- هلي هوت پنهونءَ ڪي، "مصري" چئي مِلندي.

## ڪافي نمبر [۴]

سائينڙا رات ويڙا، مون کي جيڏيون ڪين جاڳائي.

۱- بونا ڇوڙي پنهور پيلايون، پيـنـر بي پرواهي ســاڻ،
کھڙيءَ پت ڪنگال ڪري، تن تـوڏن کي ترسائي.

۲- ڪره ڪنوات سُوات نہ هلثا، آوجـهـڙ وياسي اونيڙا،
پرهان پوءِ پهاڙ ۾ تن جا، ٿـي پورهيت پـير پڇائي.

۳- ننڍ نصيب نِياڳـ جا ڏنيم، جاڳيس ڪين جوانن لاءِ،
اهـڙا سـنـانما سـيـڻ ڏسي، ڇـو سُتيـس سيج وڇائي.

۴- ڇائي سُجائي ڇپر ڇڏي ويا، جـيـنـيـن جـانـيـنـڙا،
سيئي محب موڏائي "مصري"، محمّد ڇام ملائي.

## ڪافي نمبر [۵]

فرق نکوئي ڦير، وحدت ڪثرت وچ ۾

۱- هندو مؤمن هيڪڙو، سڀ ۾ صـاحـب سير.

۲- ڪُلُ شيءٍ مُحيط ٿيو، پـرجـهـي پاتائين پير.

٣- صفت سڳيئي آحد سُئي، ويو وچان ئي وپرُ.

٤- مِنو آهي "مصري"، ڪوڙو چوپس ڪپرُ.

## ڪافي نمبر [ ٦ ]

قاصد قريبن کي ڪهج، عاجز سندي آزار جو،

مرهم مرحمت ڪا ڪريو، درمل سڄڻ ديدار جو.

١- وڃ، مَ وهُ، اي واسطو جاني! الٿي جبار جو،

آئي ڪُڙي، ڪِه خاڪ ڏي، ڪو قطرو آنهيءَ قطار جو.

٢- دل رهي نٿي دام ۾، آهس نظر نظار جو،

ڪوڏيو ڪڙو تنه جي قيد لئي، انهي خم زلف خمدار جو.

٣- سهڻ صبر ۽ سک گهٽي، بلڪل نه ٿيو بيڪار جو،

چئج چڪي سا چور ٿي، هائي واڳ وارث! وار جو.

٤- تاب فُرقت تلخ ڪيو، تارون زهر مون زار جو،

تنه لئي ميوو "مصري" موڪليو، ڪو خوش لَبن خُنڪار جو.

# ڪافي نمبر [ ٧ ]

ڪج زُلف ڪمند ڪڙ يارا، سي ٿا پائين دام دُو پارا،
ڏِين لامارا لحظي لحظي، بند ڪن بلخ بخارا.

١- وَرَ وِجهيو واسينگ وَرن ٿا، ڪيس تَليهَر ڪارا.
رَهزن چڻ رُخسار رنگيءَ تي، مار مَڻيا مڻ وارا.

٢- بيا نِشان پَيڪان تِنهين جا، مژگانَ وتن ٿا مارا،
چِينَن سان ڪن چوڏس هٿيو چشم مبارڪ چارا.

٣- لالائِيءَ ڪيون لالون ليزم، صورت شمس ستارا،
شُعلي شان لڄايون شمعون، تيون ٻي خاڪ پيزارا.

٤- سوسن، سُنبل، سَرو صَنوبر، لالا تووءِ هزارا،
مڙني داغ دو پارا جهليا، ٿيا عريان آيهارا.

٥- جلوا مثل جنّات عدنٍ مِنْ تَحْتِهَا الْاَنْهارا،
جن جا بخت پڙائن "مصري" سي نر ڏسن نظارا.

# ڪافي نمبر [ ٨ ]

ڪنگالين جي کهل هوي ڪوهيارا،

موٽي آءُ ٿون مون وٽ.

١- اصُل اوهان جي وو آهيان، ميان الا،

پُنهل ڄام پرٽ.

٢- پاڻ سُڃاڻي وو هورهيت جو، ميان الا،

لوڙهه لکن ۾ اچي لٽ.

٣- ڏونگر سندا وو ڏُکڙا، ميان الا،

ڪيچ ڏٺي ڪي ٿان ڪَٽ.

٤- مولي ڪارڻ وو ”مصري“ چوي، ميان الا،

معذُورن ڪي ۾ مَٽ.

## ڪافي نمبر [ ٩ ]

لاهه گھونگهٽ تَنِي لا حِجاب،

ڪر آسان سَين انجام اچڻ جا.

۱- چائي چشم مبارڪ چهَرا،

گڏجي گوليءَ سين ٿيو گهَرا، نازڪ لاہ نقاب.

۲- هي وڙي آهہ وڙ ڪان ويس،

اڇي اوهان جي پناري پيس، بديون منهنجو باب.

۳- سُئي سهڻا انهنجي نانءَ نمائي،

شاہ پنهنجو شان سجائي، لاہ تُندي چڏ تاب.

۴- "مصري" مست متي مُڪ تنهنجي،

ڪري احسانُ اگڻ آهہ اَن جي، بخشي حرف حِساب.

## ڪافي نمبر [۱۰]

مُڪ منهن تنهنجي ڪِيا ماهِرو، چوڏِس متي چنبي چمن،

سَهائيون سُفيديون سُوجهرا، سَرَ ساڳيا سهسين سُجهن.

۱- نازڪ نسَب تون نازنين، بين العرش بالا زمين،

جبارَ هيو جوهـِر جبين، جوڙيو نہ ڪو هرجاء سُو،

تنهنجي مِثل منجهہ ہن جڳن.

* اصل نسخو اُنهيءَ جي.

۲- سهڻا زلف ٿــو سينگارئين، پوڻتي وجهيو ور وارئين،
ٻــرزخ ٻنديو ٻهارئين، مُوهيو مليو ساڻ مُشڪ مُو،
چُنڪيو چَٽيون ڇاتيون ڇَنَن.

۳- اهي عَين تو رَهزن رکيا، تن تير تان ترڪش ڪڍيا،
ٻائين وَڍيو ور ڏيئي وِڍيا، ڪِيون ڪجل جون رِ ٻخُون رفو،
اهــڙن ارادن سان اکيـن.

۴- هٿي ٻــاڻ تو ٻيڙا ٻــڌا، تنهنجي ساءَ سڪنديون سدا،
ڪريو انــدر ڳامن ڳــدا، چڙهيو خلــل ٻيا خيال خُو،
ويلا ڪيو وجڙيون وتن.

۵- نِتُ پَونر ٿــا پٽڪن پنيا، شعلا هٿن شــام و صبـاح،
”مصري“ مٿي آهن آيــا، ڪڍيو ڪـمان ڪَج آبرو،
ٿا پِرم جون پِتيون پچن.

## ڪافي نمبر [۱۱]

موٽڻ سنديون مَعذُور ڪي آيل ڙي،
مَتيون آچ م مادر، الا.

١- ڇوريءِ وڏو منهنجي چت کي ميان آلا،

پنهل ڇام پڌر، آلا...

٢- ڪريءِ ڪشالا ڪيچين لاءِ، ميان آلا،

چلنديس هاڻ ڇپر، آلا...

٣- ڏوري ڏسنديس وو ڏونگرين، ميان آلا،

ڪوهياري کي ڪنهن پر، آلا...

٤- ٽوڙون تنهنجي طعنن جا، ميان آلا،

بار ڪنيا مون برسر، آلا...

٥- محبن ڏاران وو ”مصري“ چوي، ميان آلا،

ڪين گذاريندس گهر، آلا...

## ڪافي نمبر [١٢]

هڙ پرائيءَ تي هون هنئين ٻانور رکي ٻيٺو آهين،

شي ڏسي ٿو شيڪجين، ويندءِ وٺي ويلي ڪنهين.

١- هيءَ نه تنهنجي، تون نه هن جو، عمر مايا ڪوڙ جاڻ،

مور تون مانجهين مسافر، رات ٿو رج ۾ رهين.

٢- هـٿ ۾ هستيءَ گهٽا، هِتِ کونڌ ڪِيرائي وڏا،
عِجز جو آولو ڪري، تون وڃ نہ لالڻ کي لهين.

٣- پاڻ ڇاڻي پاڻ کي پيوندِ تو پاليهي وڏا،
ڇرڪ هڪڙي ڇِنُ ڀنڊڻ، ڇو سور ۾ سختيون سهين.

٤- هر زمان هلندن سان هادي، هُوتَ همراهي ڪري،
مَنَ ۾ رک محبوب "مِصري"، ڪوه پيو ڪرسين ڪهين.

## ڪافي نمبر [١٣]

يادِ ڪر تان يادِ ٿئين، لائي نوان نِتُ نِينهڙا،
ريءَ يادگيريءَ يار جي، ڪوڙا ڪَنَڻ هُتِ ڏينهڙا.

١- جي وساريندين تہ وسري تون بہ ويندين ويسِڙا،
فَاذْكُرُوْنِيْ فِي الْحَقِيقَت سُڻ اهي ٿي سِنيهڙا.

٢- هتِ وني هوت جو، پيرين متان پنڌڙو ڪرين،
ورنہ انهيءَ ويڙهہ ۾ سهسين وتن سپ سِينهڙا.

٣- ڪري اکڙيون پير رڙهہ، راحت اڳيئي رڙهڻ ۾،
ڏي جفائون جانِ، لهہ پنهونءَ جا ڳينهڙا.

٤- ٻول ٻاروچي ڪيا، ٻاريندو ٻاٽيهي ٻپ ڏٺي،
وِندر ۾ وسندا وري، "مصري" محبت مينهڙا.

## ڪافي نمبر [١٤]

يار منهنجو ٻي حجاب، لڳي پرت پريءَ ٿيا پردا،
لاٿو نينهن نقاب.

١- ٿيو صبح، سگهو ٿي ساقي، شيشو ناءِ شتاب،
جام جُڙي ته جِرم اڏامن، ٻيهي صحيح ثواب.

٢- صفا صافُ سُبحاني صورت، عجب رنگ عجاب،
ڪري عرُوج ارم تان آيريو، الاهي آفتاب.

٣- رهيو مشتاق ملڻ لاءِ ماندوو، منتظر ماهتاب،
ناهي حد حُسن جسي هرگز، ٻي حد بيحساب.

٤- چاهئون چُست چشم سان چُم تون، جُنبي جُود جِناب،
"مصري" ڪيا مڙيئي مدعي، خالق خرّ خراب.

## ڪافي نمبر [١٥]

ياڪي يگانہ يار، چاڪي رهين ڌارو ڌار.

١- درد وندن جون دلبر، ساڻ دلاسن، وي ميان،
ڌوئي دليون ڏي ديدار.

٢- آهن انهن جا اصلي ازلئون اوهان ساڻ، وي ميان،
قالو بلیٰ جا قرار.

٣- لاءِ سڏي سهجئون سگنديون سهڻا سائين، وي ميان،
سيني سين سَو وار.

٤- مينهن ميڙائي جا "مصري"، وڙي وسندا، وي ميان،
محبت وارا ملهار.

## ڪافي نمبر [١٦]

تيڏا ڪوئي طور عجيب وي،
جادو سارا جنب وي.

١- هو مقابل دي مڪ وِچ جهليا، وي ميان،
لالا داغ لقب وي...

٢- کوڑ گھٹیري کي کُر چاتوئِي، وي میان،
کیس کرڻ دا کسب وي ...

٣- هوش حرِیفان دا کلٹي کیتٹِي، وي میان،
غمزي نال غضب وي ...

۴- مَنُ "مصري" دا مَجرُوح هویا، وي میان،
نوُن نوُن ویک نَصیب وي ...

## کافي نمبر [١٧]

چَپ راست، زیرِ بالا، نتُ نونو نُور نِرالا،

١- موسیٰ ڌي فرعون مَنایس، کول چشم وَیک چالا،
موسیٰ مطلب، مذهب مولیٰ، فِرعون زِروئِي ضلالا.

٢- ماه کنعاني مصر منڌر وچ، بي نظیر بحالا،
زر خرید زلیخا زمران، ملهه گِڌا متوالا.

٣- وحدت دي دریا وِچ آکر، کیتس کوتاه کشالا،
گاه بِرهمڻ پوٿي پڙهدا، گاهہ مصحف مسئلا.

۴- گهت انوار صُراحي دي وِچ، کیتُس کیف کمالا،
ہُر کر پتُ پلیندا "مصري"، وَتڈان ویکُ وصالا.

# ڪافي نمبر [۱۸]

مين ٻَندا ٻردا ڏَردا، دردا تي مٺن واريان،

ڏَردا تنهن دلبر دا.

۱- سهندا ساعت نهين هڪ سائِل،

گهونگهٽ گهُور نيٽان دا گهائِل،

مکڙي ٻاجهون مر دا.

۲- ڏُهري دام زلف دي ڏاريوئِي،

محڪم ميخ مُدمغ ماريوئِي،

خم خمدار خنجر دا.

۳- چاري جوڙ ڇَتيان ڇا ڇوڙن،

ڪَڙيان ٻاءَ ڪَلِيجا توڙن،

جوهردار جِگر دا.

۴- دامن دَست تيڏي وِچ دائم،

”مصري“ مَست مشتاق ملازم،

نائب ناز نظر دا.

---

# سر پیرو

## کافي نمبر [ ۱ ]

گھونگھٹ کولین، منڑا بولین،

آپني سر دا صدقا.

۱- هر مظهر مَوجُودُ مُهیا، جلوه نُما هر جائین،

هَي هَر جنسون حاضر ناظر، آظهر آرض سَمائین،

تیڎي سَیر سمندُ کا.

۲- سِرُ سلطانُ سخیاندا، سَرورُ ساقِي حوضُ کوثر دا،

کَرو عنایت نانءِ نبي دي، پیالا پاک نظر دا،

مَیگون مستي مَد کا.

۳- ڎي درسن دُلدلُ سائین، خستا مَنُ خوشحالا،

دور هووي دَر جا تِي، ویچا وحدت کثرت والا،

هادِي حد بیحد کا.

۴- مِهر سِيتي لِک ”مصري“ کُون، ڏي محضر مَعاف مدائين،

کَرو عطا امداد اسان تي، جنت والي جائين،

عشق عليؑ احمد کا.

## ڪافي نمبر [۲]

ماهيءَ جا مون کي ميهڻا، سڀ سَهجون ساه سيباڻا.

۱- تخت هزارا ڇڏي يڪبارا، چڙهي نور نڪاڻا جي،

چوچڪ جي گهر چاک سڏايئي، سوڙي شان سياڻا.

۲- هر ڪنهن وصال ٿيو سين، اهڙا آئا ناڻا جي،

ڏسي هميشه هيڪاندا همدم، رهيا رقيب ريساڻا.

۳- ياتا طعنا مون کل ڳاڻا، ڀديون ۽ ٻهتانا جي،

سيئي سهسين سرير سيباڻا، ماڻا محبوڻا.

۴- رانجهن يار هينئين جو هار، اهو هر جاهل هلاڻا جي،

سنئي شان شهاڻا، ”مصري“ وچ سيالين سماڻا.

# سر بروو، تلنگ، کسوري

## ڪافي نمبر [۱]

آءٌ جڏهن نتي جيان، جام پياري، تنهنڪي جِياريو.

پَتَ پيئڻ ري نہ هوءِ وران، آءٌ نا جيئڻ ناٿي مران،
آءٌ پڪَ ڏيو تان پيئان، وِلهيءَ ڏي ڪا وَٺي واريو.

روز ازل ڳنان آءٌ آيايل، سهڻا سائين سندءِ سائل،
گڏ گداگر ڪيان، سينون هٿان ٿي سي سرڪيون ساريو.

پاند حجاب جو ڇڏيون ڍاري، هاٿي ڪلان توڪي ڪيئن نهاري،
ناز ڪري جڏهن نيان، لاهي نقابا تڏهن نهاريو.

محب ”مصريءَ“ ساڻ ماٺا ڇڏيو، هر گت گڏجي گولي گڏيو،
هتي هيڪلي ٿِي ٿيان، سڏي سڪنديون وٽ وهاريو.

# ڪافي نمبر [ ٢ ]

آءُ وريو نٿي وَران،

جِئن وَران تيئن واڙيو ڙي يار.

١- محبت تنهنجي مَچ مچايا،
ٻره اوهان جي ڀڙڪا لايا،
ٻارڻ تنهن ۾ ٿي ٻران،
هيءَ ٻري سا نہ ٻاريو ڙي يار.

٢- سهجن ساڻ ٿا سڪنديون سڏيو،
گهرا ٿيو وريون گوليون گڏيو،
ڏاهہ الهيءَ سان ٿي ڏران،
جيئن ڏران تيئن ڏاريو ڙي يار.

٣- ڪنيزڪ جي قرابت ڪيهي،
آءُ جُتيءَ جي جوڙ نہ جيهي،
ٻورهيت ٿي مَن ٻران،
پاڻياري پنهنجي پاريو ڙي يار.

٤- حدث جُڳائي هڪ جهڙن سان،
هيئن مَ ماريو مُنهِنجي مائٽن سان،
ڪڏ رهڻ تنهِنجي گهُران،
جيئن گهُران تيئن گهاريو ڙي يار.

٥- باجهارن جي جڙن باپيسون،
تان نهَن "مصري" مجليسون،
توهہ اوهان جي ٿيِ تَران،
تُرهي ري اچي ناريو ڙي يار.

# كافي نمبر [ ٣ ]

اكڙيون ناز جي ناتي، سي تان رمز پليريءَ رتيون.

١- جام جلالي پار پيارئين، تنه تماشي وهم وسارئين،
مَد انهيءَ كان مَتيون.

٢- ناز نيڻن جي نِيون نهوڙي، اچي بيٺيون خيما كوڙي،
طرف سجڻ جي سَتيون.

٣- زُلف سياه واسينگ ولاتي، جهٽ وجهن ٿا پايو جهاني،
پيرا ويڙن پَٽيون.

۴- ڪوئي قربين قيدڪرايون، واري "مصري" ڪنهن نہ واريون،
ناز سهڻي جي نَتيون.

## ڪافي نمبر [ ۴ ]

بره بيرنگ بيحساب، تو مَين جي مَت مُنجهائي.

١- جتي هڻن نيزا نظارا نائڪ نوڪون نينه ناب.
آن آثر اعلاج جي طاقت طبيبن ناهہ تاب،
ڪڏ ڪٽي ڏهڙا ڏڪائي.

٢- هوش جي اِت ناهہ حاجت، ٿيون مٽيون سڀ مِهٽي هاب،
عقل اِت اڄهو ٿيو، ڪنهن رمز جو وَڄئو رباب،
نظر سين نوئي نچائي.

٣- عشق جتي آليو اڙائي، تِتي نہ هوئي ڪي حجاب،
دردن در پردا وڃايا، ڏوهہ ٿيا هاڻي صواب،
ڪُفر اِيُ ڪلمون پڙهائي.

٤- جيئن بدل بجليون ڳيون پڙکن، تيئن لکيو لاهي نقاب،
سو سڄائج صحيح "مصري" منهن مقابل ماهتاب،
منجهان منجهه ڏو مچ مچائي.

## ڪافي نمبر [ ٥ ]

ٻيو تو ري ڪير ڏيندو، درد وندن کي دلاسا.

١- درد مند يون در تنهنجي سدا آهن دانهين،
آجهو اولو تون آنهنجون اڳي ٻوءِ آهين،
ٻيا ٻور ٻيا تن پاسا.

٢- وڏي ويچارڻ وڃايا وسيلا واهون،
ٻڌائون ٻيليپو تنهنجو نکي ٻي تي ٻانهون،
اهـا ازلون رکي آسا.

٣- جهلي سيراندي سڄڻ جي سيني ۾ لائين،
ٻرين ٻاڻيءَ جيئن توکي آچيل جي آهين،
سـبي ٻـُـر ڏبن پياسا.

۴- وٺا، وڇوڙا وڃائي مينھ ميڙائي جا"مصري"،

ٻرسيو ٻادل ٻره جو، نوان اوپر ٿيا نِسري،

ڪاٿا ڪَر ٿِياسون خُلاصا.

## ڪافي نمبر [ ٦ ]

ٻلي ٿان ٻيا خيال ويا، خوش حال ٿيس،

ڏِسي خيز سندن خوشنود.

١- جھوري جھان ۾ جھڻ جانيءَ جو، دور اھو دل ديوانيءَ جو،

وريو ورق وصال، منجھ مصحف ٿيم موجود.

٢- ٿي مشھور مَستي، ھرگز ڪانہ رھي ٻي مَستي،

ٿيو قُرب ڪَمال، نِيڻن جي ناز ڪِيس نابُود.

٣- جنھن نيو آرام جبل جو ٿيو ٿر نظارو تنھن نرمل جو،

جنھن لاءِ سِڪيس سال، ملڪ سڀ فلڪ ٿيس مسجود.

۴- ٻِره ٻاب پڙھائيا "مصري"، ويا ورق ٻيا سڀ وسري،

نظر ساڻ نھال، ڪياسون عشق اچي آخوند.

## ڪافي نمبر [ ٧ ]

دلڙيون دام دلبر جي ڏاڍي ناز نهوڙي نيون.

١- آنا احمد جا جڙين اشارا، پيئون پڌر ٿي ڪري پسارا،
بـَـن ڏنائـون بـيـون.

٢- پيُنِ دام، ٿيون درمانديون، وهنُ ڪين وره ڪان وانديون،
حُسن هاديءَ جو هنيون.

٣- نيون نهوڙي نازنيٽن جي، سڪ وڄاين سِڪ سيٽن جي،
خوني خيالن ڪنيون.

٤- رنگ وڙهين رُخسار رنگيءَ جو، جهٽ لڳن نيٽن جنگيءَ جو،
قـيـد قريبن ڪيون.

٥- ڪن مِنيون مجليسون "مصريؔ"، وين وهمَ ٻيا سڀ وسري،
رمز سُهڻي جي رهيون.

## ڪافي نمبر [ ٨ ]

دل دوسـت ڏهٺي دِلداريون،
هَٿي هوت پنهون تو هَٿ ڪئي.

١- فَاذْڪُرُوْنِيْ اَذْڪُرْ ڪُمْ، هر ڪنھ وجھ ويھي وٽ مون،
ٻِرت پائي پاڻاريون، اھڙي طرح تماشي تِت ڪئي.

٢- رمزون تنھنجون رنگ رنگ اندر، مسجد مڙھيءَ ميخاني مندر،
ڏاڍيون ڏيئي ڏيکاريون، آٽي عشق اڙانگي ارٽ ڪئي.

٣- آتش ڪده آرام ڪرين ٿو، ڪعبي ڪلمان دين ڌرين ٿو،
هر مذهب موچاريون، جوڙي جاءِ پنھنجي جت ڪٽ ڪئي.

٤- جز ڪل جاءِ سنڌ ڍاءِ جاني، جاڻي سائڻ سائي ٻانهي،
ڳڻن جون ڳل ڳاريون وجهي، گولي ريھي گرٽ ڪئي.

٥- "مصريءَ"ساڻ مچائي مَجلس، رنگپور روز رهاڻيون ۽ رَس،
ٻرهه اڏي ٻازاريون، تو سُرهي سيڪنهن سَتَ ڪئي.

## ڪافي نمبر [ ٩ ]

ساهه صبر نٿو سهي، دل در ماندي درسن ڏاران.

١- لينه نقاہت ڪين نھاري،
لَج شَرم جا گهُنڊ آتاري،
ٻِرت ٻڌر ٿيي ٻهي،

٢- اهڙي تان نَہ هُيس ڙي جيڏيون،
حُسن هاديءَ جي ڪيون مون سين هيڏيون،
طلب وِڌيس منجهه تَهِي.

٣- ماءُ پلينديِ نہ رهيو ڙي سَرتيون،
روز ڏيانس ٿي ماهيو مَتيون،
رُخ ڏسڻ ري نہ رهي.

٤- جيڪر جام جُڙن بِلوري،
مُحب "مصري" اچي ڪَن ميخوري،
ڏاهه اِنهيءَ سين ٿي تَهِي.

## ڪافي نمبر [١٠]

سِڪنديون لاءِ سَڄڻن جي،
سي تان سَهين سانگ ڪنديون.

١- جڏهن بِره جي وره ورايون، وتن ڪَنديون وڻ وڻ سين وايون،
سِڪَ سيّد جي سند هون.

۲- ڪري ڪَشالا پيئون پَڌر تي، ٻارَ ٻِـره جي ٻيابان ٻــر تي،
عَشق او ٻيـڙو آڏيون.

۳- حُسن ڏِسي هاديءَ جو هَليون، رهن نہ جهليون ٻاٽان ٻلْيون،
آهــن آسرونـڌيون.

۴- ''مصري'' موٽڻ آهن مِيهٽو، ٻيِر نہ هڪڙو ٻوءِ تي ٽيٽو،
ٻِـره اٽانگي ٻنديون.

## ڪافي نمبر [۱۱]

سي سدا رهيون سِڪي، جن دِلين کي تو دام پاتا.

۱- وَنَحنُ اَقْرَبَ مان وٽ ويئون، پکـِي اسان جي پاٽيهي پيئون.
لئون لائي ويئون لِڪِي.

۲- لاَ تَقْنَطُواْ جي وعدي وهاريون، برهہ ٻڇي اوهان ٻندي ٻيهاريون.
جُڳ ٽين رهيون جُهڪِي.

۳- کُلُّ شَيْءٍ مُحِيْط مشتاقن، اهـي اِشـارا آهــن عُشاقن،
شڪ آٽـيـن ٽا شَڪِي.

٤- "مصري" مرض محبت ماريو، جــام پياري تنهنڪي جياريو،
ٻاجهہ پريا ڏيــو ٻُڪِي.

## ڪافي نمبر [١٢]

لايو عشق ڪَرين تو ارڏايون،
ڪڏهن ڪهل نہ ڪنهن جي ٿيئي.

١- سهج سڏايــو تُرت تڙائين، لڪيو لوڪون لياڪا پائين،
عجب اڪيو ن تــو اڪايون، تنهنجا لڪڻ لڪي ناڪوئي.

٢- ڪُلُّ شَيْءٍ مُحِيطٌ مقالــون، دوش دوشالا سرسبز شالون،
رنگـ رنگـ رمزون لايون، وَه جو ويس وجودي ڏڪيوئي.

٣- مفتي مؤمن سان ٻهتين ٻورو، صاحب ستمگر ساڏ سمورو،
تـــن ٿـــيــون تسلا يون، ويهي ويجهو جو و ر وڏوئي.

٤- چو رنگـ چيرو گل گلابي، هرمذهب جو تون خان خطابي،
جت ڪِٿ تنهنجون جايون، لا مڪان لٿئي سر لويون.

٥- آهِين فلاطون خم جو خواهن، اصل عرب جو قائم ڪاهن،
طرح طرحِ جون تَلخايِون، ملي "مصريءَ" سان مد مَنيوئي.

# ڪافي نمبر [۱۳]

منهنجو صدق سِر تنهنجي قدم ٿان،
تُنهنجي قدم ٿان، دوست دُم تان،

۱- دامَ زلف جا ٿو ڏوهيو ڏرين،
شاهُ حُسن جا ٿو قيدي ڪرين،
موهيو مُسلڪ ارم ٿان،

۲- مور نہ مٽ تنهنجو مُشڪ تتار،
جـود گهٽيري ٿئي جان نثار،
خـوش خمدار خـتم ٿان،

۳- سور سنڌ ۾ ٿي شاديون پائيان،
سُک سيڻئي تنهن تان گهورون گهمايان،
سهين سرهايون تنهنجي غم ٿان،

۴- مـائـل "مصري" ٿـي محبن ڏي،
هي جَڳُ هو جَڳُ ٻئي ڪٿي ٻن ڏي،
سـانـول يـار صـنـم تان،

# ڪافي نمبر [١٤]

منهنجي مارڻ لاءِ جوڙي سر سامِهن چڙيون چتيون.

١- سسئيءَ سوز پنهل جسي ڪيا ڪوه قاف ڪشالا،
جبل جنت ٿيو تنهنکي، وڏس توٽي چپر چالا،
جڙون هنيس جتن جوڙي، سيئي سور ٿيس سرتيون.

٢- ساهم ساهڙ مٺان سٽيو، توڏي تار تري ٿي،
جهليو طعنا ويئي ترڻو، وري ڪين وري ٿي،
پڳس پليو هيون ٻوڙي، آئي پرزا ٿي پتيون.

٣- مومل محل آڏائي جامان جادوگري جوڙيا،
دلسون ساڻ ڏتاري، ناتر ڪيئن ٿسي نهوڙيا،
موهي محبت وڏي موڙي، هٿي راڻي ڪيون رتيون.

٤- هير تدبير وڃائي، جهليا تقدير جا طعنا،
جهنگ سيالن جا جهيڙا، پاتائين ڳچيءَ ڳل ڳانا،
ويئي ننگ شرم لڄون لوڙهي، توٽي ماءُ ٿي ڏنيون مٺيون.

۵- آئـِي ڪونَ ۾ ڪنواري قبوليِ قيـد عمر جـا،
ويا ويچاريءَ نہ وسري، تـڏا ٽاٽا ڏاڪ ٿر جـا،
وٺي سا ورهہ لـوڙيِ، ڀهون ڀنهوارن ڀرتيون.
۶- لڪَڻ ليلان جڏهن چڙيا، ڪانڌ ڪُونروءَ تڏهن ڪنيو،
ڏٺائين هـارُ پيس حِيلا، مُنـيءَ مٽيءَ منـي منـيو،
پيئي ڏُک ۾ ڏُکيِ ڏوريِ، پڳيس پاڻڻ سنديون پتيون.
۷- ڪَڪوريا ڪيف ڪڙي قاتل، گهڙن ٿا گهوٽ پيو گهرا،
مهاٽيءَ معاف ڪيو"مصري"، بر و بحر سمي صحرا،
وِڏا تنهنجي نـاز نهوڙي، ستارا شمس قمر ڪَتيون.

ڪافي نمبر [۱۵]

مون تان جانب جيءَ منجهہ جڙهون،
تنوارون طـلـب تنهنجي جـون.
۱- پاند ڳچيءَ پائي پِرين پرچايون،
پاڻ پلائي تون چڏ بي پرواهيون،
لوئيِ تنهنجي لُٺيون.

۲- جڏهن ٻرت جـو ٻنڌ ٻُڇين ٿو،
وات ڏِسيو وريو ڪيئن وَرين ٿو،
هڏ ٻوء ڏ۽ هَنيون.

۳- ٻري قدم رس قُرب ڪي ڪاهي،
هن جهان ۾ تنهنجو ڇا آهي،
گهارڻ آهن گهَڙيون.

۴- "ڏنل*" ڏاڍو عـشـق الاهـي،
ڦيريو وجهي ٿو فڪر جي ڦاهي،
اکيُون اکين ۾ اڙيون.

---

* ڏنل شاهہ سائين مصري شاهہ جو سوٽ هو.

# سرِ بلال

## ڪافي نمبر [ ١ ]

زُلفن ڪيو زِيان، تنهنجي زلفن،
چڻ وشيهر نانگ وِراڙيا.

١- جوڳِي جلايا جَلوېدارن، ڳِڳا مُرچا ڪيئن مَڻ وارن،
اڙي آجار ڀا قلبن ڪارن، سبق ڏيئي سُبحان.

٢- سِيه شوخ سدا شب رنگي، زابِر زور لڙن ٽا زنگِي،
توڙي فارس توءِ فِرنگي، ماري ڪِيا مستان.

٣- شوريدا سَرشار سِياهي، ٻنديو پوءِ ڪَن بي پرواهي،
آفلاطون توڙي ڪي طائي، هَٽي ڪيا حيران.

٤- سِيلَ آصيلَ واسينگَ آويڙا، جهليو ڪن ٽا جهڙپون جهيڙا،
"مصري" ٿيا منصورن ميڙا، مَچايو ميدان.

# ڪافي نمبر [ ٢ ]

ڪَڏھن کھڙو ڪَڏھن کھڙو،
آھين اسان ساڻ وي ميان،

حمد بيحد ھڪ جھڙو.

١- تنھنجي قدرت نوڙؤن نون ٿو چائين وي،
رنگ بيرنگ ۾ راسخ موجان مائين وي،

مَتو مظھر سندو ميڙو.

٢- گنج معانِي گوھر مَخزَن معنيٰ وي،
حَاضر نَاظر ھرڪنھن رونق رعنا وي،

پتو پتين پلا پيڙو.

٣- جي سيڪنھن جيءَ اندر جوڙيءِ جايون وي،
وَنحنُ اَقربُ واريون ڏيئي ڏھنايون وي،

نسين نت نت رھين نيڙو.

٤- آحد سگّيڻي صِفت ۾ آھين ناھين وي،
حُسن قبح منجھہ ڪرھل ڪاھيو ڪاھين وي،

جتي جھڙو تتي تھڙو.

۵- منهن مِنائِي "مصري" دِست ڪنارُو وي،
رُخ تي رَبِّ آرنِيْ جي ڏئين نظارو وي،
عجب عجائب اهڙو.

## ڪافي نمبر [ ۳ ]

مُيون مَائن سَين نہ مار، ٿيءُ سيالو سُهڻا سائِين.

۱- ڪري نَازَ نقابا لاهين، عقل شَرم جون بيون ڍاهين،
آحَدَ ڪنان العبد سڏائين، تڏهين ٿـي نِـروار.

۲- جَـلـويـدار جَبِين پيشانِي، يَد بيضائي آنِ ڪان نيشاني،
وَخَرَّ موسيٰ ڏس صَعِقانِي، ڪِريو بي اختيار.

۳- آنَاحَد ناد وجائي ناطقَ، ڏسي منصور چيو آنَا الحق،
بارُ برهہ جو آٿائي بيشڪ، سر سوريءَ ڏڙ ڏار.

۴- تو نوازيا ڪئين ڪي غُفري، هيءُ بہ غلام هڪڙو "مصري"،
انَّ مَعَ العُسْرِ يُسْري، آن ڪِيو اقرارُ.

# ڪافي نمبر [ ٤ ]

هل داتا جي در تي، موڙهو پنين ڪوه مڱڻا.

١- سر سلطان سخين ۾، پرس پاڳارو وي ميان،
مرد محسن مانجهي مير متارو، وي ميان،
دُر دريا ڍهر تي.

٢- ٻر ٻاتار ۾ ٻيهي ٻن پرمل ڪي، وي ميان،
وير وڃائي نہ جائين، ورنہ ول ڪي، وي ميان،
سوجهي رس تنهن سر تي.

٣- ڪوئي ڪميڻن ڪوجهن، ڪوڏ قرب مان، وي ميان،
هل همائي سامهون هردم حب مان، وي ميان،
گوهر گنگا جهر تي.

٤- ٽريون طبيلا بخشي ڏڏن ڏوهارين، وي ميان،
موتي مينهن جيئن وسائي، مٿي محتاجن، وي ميان،
چاڱون ٻون چپر تي،
ٻوندون ٻون بحر تي.

٥- تون ميراثي ”مصري“ منگتو آهين، وي ميان،
چوڏس چوٽائيءَ جو چارڻ چائين، وي ميان،
چڙهہ تنهن نيڪ نظر تي.

## ڪافي نمبر [ ٥ ]

نازڪ نرگس نيڻين، نئون نت نسندن ناظر نالي.

١- اَلْاِنْسانُ سِرِّي سيتس، مل مل جام صُراحي پيتس،
نال ڪرم دي ڪُلي ڪيتس، هر منسوح مسالي*.

٢- لَنْ تَنالُو الْبِرَّ الايس، آهون آپ نقاب آنايس،
وَنَحْنُ اَقْرَبُ نينهڙا لايس، روحي رمز رسالي.

٣- باطن برقعا ڪيتس ظاهر، آپ ويکايس اندر باهر،
هَر جا هَر بَن نائب ناظر، حاضر فِي ڪل حالي.

٤- عشق آمر الله عجائب، عين عذائب صحي صوائب،
گُم غواص مثل ٿيا غائب، وادي وحدت والي.

* مسئلي.

٥- شامل شد آن شاه شهانا، مسجد محض محيط ميخانا،
ڀُـر ڀلا ڍس ڀٽ ڀيمانا، "مصري" نون مڙ ڀالي.

## كافي نمبر [ ٦ ]

ڪج ابـرو سٽ ڪس ڀت،
جاوان ڪي ڪُر وچ ڪعبي ري.

١- انـا احـمـد بـلا ميمي، قائم قـول الله قديمي،
عين عبادت احد عظيمي، ڀيا ڪلين ڪُوڙ ڪتابي.

٢- ڪنز قدوري، ڪل ڪتائب، هر غرض وچ غمزي غائب،
نينان ڪيتوسي نوُن نت نائب، نـازڪ نـال نـقـابـي.

٣- صحيح صورت سُبحاني سايا، آپ اَلَهـ ايوين فرمايا،
سوئي سڪ ساڏون سبق سڻايا، سهسين سُـلـوڪ ثوابي.

٤- ڪُلُّ شيءٍ مُحِيْطٌ محيوسي، باصد صدق سجود ڪيتوسي،
"مصري" مطلب محض مليوسين، وچ مه رُخُ دي محرابي.

---

# سر سارنگ

## ڪافي نمبر [ ۱ ]

اڄ نہ عجيبن آئي لايا نينهن نوان.

۱- برساتون ۽ بوندون، بدل بهار پنا،
ربهي رحمت سان ريلي گڏيائون چمر چنان،
سي هند سبزا ٿيا عيدون اسان ۽ اوهان.

۲- ڏيون ڪنياتن خبرون سهسين سانوڻ جون،
مليا مُحب منگل ڳائي ڳل لاوڻ جون،
الله ڪيون آباديون، پانڌين پيرين پوان.

۳- غم گوندر ويا وسري، شڪرانا شاديءَ جا،
ڪوڙين ڪروڙين ڪرم، حمد لکين هادي جا،
صِفتون صاحب سَنديون کهڙيون چئي ڪيئن چوان.

۴- مِينهن مُندائتا "مِصري" واهہ ولهرِين وٺا،
سرها سِيني لائيسان مِلي محبوب مٺا،
ڏيهُ ڏنگو ڇا ڪندو، سڄڻ هونِ سَنوان.

## ڪافي نمبر [ ٢ ]

اڄ مليا مشتاق سڄڻ ۽ سڪنديون.

١- ڪري وڙ ويچاريءَ تي وارث، پاڻان پيهي آيم پارس،
هند هند جنهن جي هاڪ.

٢- ڪري ساز سينگار سُونهارا، اوري آئي اڏيائون اوتارا،
اورانگهي آفلاڪ.

٣- اَلْاِنْسانُ سِرّي سڏّيائون، واري وصال جي واڳ ورايائون،
لٿا فِرق فِراق.

۴- وَنَحْنُ اَقْرَبَ نِت نِتْ نيڙي، وٺا "مصري" تنهنجي ويڙهي،
اندر تي اوطاق.

# ڪافي نمبر [ ٣ ]

ٻوند ٻلي برسي، سبزون سِر سونهن جي سالون.

١- سرتيون! ساهڙ ڇام تان، گهوريان هـِـي گهر سِي،
ترنديس تار توٻي جي تانگها، سٽنديس سانيـر سِي،
ڇيها جِت ڇرن ٿيون چالون.

٢- ڀُنيءَ ٻهاڙ ٻنهل جي ڀڄنديس، ڏوري ڏوري ڏونگر سِي،
ٻيهنديس ڇائي گولِي باندي، دست ٻـڌي دَر سِي،
لحظا سي لکن جون لعلُون.

٣- سهج سُتِي سودي جي، سا مُنڌ، ٻـيـٺ ڳنهي پَر سِي،
ڪري ويچار ورائيون واڳون، حڪمت دار هُنر سِي،
ٻـوءِ ٿي مجنون مِثالون.

٤- لِيلان لَج وڃـائـي ٻنهنجي، ڇـٽـي ڇنيسر سِي،
ڏيئي ڏوراها ڏکيا ڏُک جا، وڙهي آئـي ور سِي،
تڏهن سورن لڌيس سنيالون.

٥- ساري روز سانيڻڙا ساڏگي، ٿر ٻر ٿوهر سي،
ڇني ڇيڪاريو ڇيلا تِت، نتُ نالون ڪن نَر سي،
هنيون جت پنهوارن پالون.

٦- ڪانگل آندي ڪالهہ ڪتابت، ڪينءَ جون خبرون سي،
لاٿم ڏک اندر آديون، پکيءَ هٿي ٻَر سي،
مُحبن جون مرُ هجن مقالون.

٧- سُکي جن کي سال ٿيا هئا، ساوا ٿيا سَر سي،
"مصري" شال ميڙائي ڏاران، دم دم دلبر سي،
ويل ۾ پوئي ويساندِ وصالون.

## ڪافي نمبر [٤]

ٻرچ پيارا آ ٻرِيات، سِڪ سجڻ تُنهنجي سانوڻ لايا.

١- آڳم اوُهيڙن اکڙين جي، اچي مستان عِرفات،
بَطحا يثرب ٻوند پڄائيو، رحمت ريلي رات.

٢- سيوهڻ ۽ مُلتان سکر تي، ٻِره ڪئي برسات،
ٿيلهي ٿر ٻر روهہ رِجائي، ڪاهيائون قيچ قلات.

٣- سُرها سارنگ سنڌُ سرهايون، قحط پڳي ڪثرات،
ڏکيءَ ڏول ڪِڪي آ پيهِي، تن مَنُ تُنهنجي تات.

٤- مَشهد مِينهن مُوهيو، ٿي سهس رنگي سَبِزات،
خُراسان ڪِنوائِي وِجڙيون هليون ڏونهُن هيرات،

٥- آوَ ڳُٺي آءٌ آهيان، اصل اوچِي ذات،
تنهنجا ڳُڻ ڳُڻُڻ کان اڳرا، احسن الطافات،

٦- "مصريءَ" کي ربّ ميڙِئين مُرسل رفيع الدرجات،
آل مٿي اصحابن آن جي سَهِين سلام صلوات،

## ڪافي نمبر [ ٥ ]

(وائي)

ٿئين دل مٿان دلگير، اچ سُيان ايندا پرين،

١- سمُنُ سانوڻ جي ڪيائون، سر انجام سُدير،
٢- آئو نور نبيءَ تي، نوڙيون پريون نير،
٣- لاٿا فِڪر فَراقَ جا، فضل ساڻ فقير،
٤- معاف ڪيائون"مصريءَ"جا، سهين صغير ڪبير،

# ڪافي نمبر [٦]

ڪڏهن ڪوهيارا، وجو هِڪڙي رات رهي.

١- ٻانهي گهِل ٻانڌي ٻلؤ پيرين پرينءَ پنج،
منهنجي ٻاران منت ڪيچ ڏئين ڪي ڪا ڪج،
آءٌ الله لڳــــ اوري، لعل لڪن تان لهي.

٢- موٽ سپاجها سِپرين، مـحـرم حـال مِٺا،
تولڳ ورن ۾ تو ريءَ مون ڏاڍا ڏينهن ڏٺا،
تـن تِهواروُن ٿيم، ٻريوُن منجهه ٻهي.

٣- چام چِنيءَ جا چُل مَ، پنهل پراهون پري.
آءٌ اورانهون نہ جيئي جُڏي، جا نکيتان نہ مري،
دل درماندي دلبر، تُنهنجي حُسن هَنئي.

٤- آءٌ پرڏياڻي پورهيت، ڪانڌ ڪميني آهيان،
ڳَر ٻَر ڏيلي ڏکبس، کهڙي منهن ٻئي ڪاهيان،
"مصري" ماڙ ڪري، لهندا سار سهي.

## ڪافي نمبر [ ٧ ]

مـيڙئـين ربّ مشتاق،

جلوي جوت جمال پرين جي.

١- شفيع المذنبين شافع، لقب سندس لولاڪ،
عزت احمد چام جي اوراڳهيا آفلاڪ.

٢- هر ملت جا مڪتوب ڏئاري، آجار پائين آفاق،
ٻڌي منڊيل مُناري چڙهيو مالا سر بُراق.

٣- نور نسيم نظارِي جنهن جي چورپا چوڏهن طاق،
ڪُنْ فيڪُونَ جا ڪونُر قرارپا، ماڳ متي ميثاق.

٤- بادل بيرنگيءَ جون بوندون، پَر انيو بيباڪ،
رونق رنگ رحمت جا ريلا، آيا اندر اوطاق.

٥- آڪنيِ عِشقُ عجيبن اوڪِي، الاهي اشتياقُ،
ميڙئين "مصريءَ" ڪي محبوبن، صدقو پنج تن پاڪ.

# كافي نمبر [ ٨ ]

(هندي)

پيتم مت پرديس پڌارو،

رُت سانون کي سانوريا.

١- کالي گهٽا گهٽ رَين انڌاري، برس رهي آوي جا دريا.

٢- بار بار پيا چمکي، چڙهه چڙهه کر چنبريا.

٣- کويل مور پپيا بولي، ڏوم مچي وچ ڏا ڏريا.

٤- رهو هماري پاس پيروا، پهن کسونبل کيسريا.

٥- "مصري" سات مُقابل بيٺو، مَن موهن مِل منڊريا.

—

# سر ڪيڏارو

## ڪافي نمبر [ ۱ ]

سُپر سيڻ سندام، جيڏيون ڙي،
ساري سُڄو ڏيج ڏيئي ويا.

۱- مِلي مائل ٿِي مُنيءَ سان، مخفي مَقالون ڪري،
جانِ جُسو جيءَ جڏيءَ جو، جگر جيرو منجهه جَڙي،
هڪڙي رات رهيام، جيڏيون ڙي،
روح رَڳون سپ رهي ريهي وِيا.

۲- وطن ٺيڻ جا وِلهيءَ ڪي وايون وڃن ڏيئي،
چوريءَ چُپانيءَ چڙهي ويا، چتايائون نہ چئي،
ڏونگر ڏُس ڏنام، جيڏيون ڙي،
رکي مياروُن سڙيئي مٿيئي ويا.

۳ـ ٻائي قنديل ڪلهن ۾ ڏسي سناسڻ سدا،
ڪنديس ڪاڻ ڪوهيارل جي ڳام و ڳام ڳدا،
ڪارا ويس ڪيام، جيڏيون ڙي،
وڳا ولهيءَ کي جهڻي ڏيئي ويا،

۴ـ "مصري" چوي مگر مچايا، منهنجي جيءَ ني جتن،
جيئن جيئن ياد ڀون ٿا، تيئن تيئن دونه ڏکن،
متس ڪم وڻام، جيڏيون ڙي،
ڪيچ ڏئي ڏس ڪيهي ڪريئي ويا.

## ڪافي نمبر [ ۲ ]

هو نسورو ناز، مخفي مام تي آلٽي معني،
رمز عجائب راز.

۱ـ ڪربلا جو قضيو، ڪير ٻروڙي وو،
ڪي سالڪ سمجهن ساز.

۲ـ نڪتو نزاڪت نينه جو، ڪيو سيد سچائي وو،
اڳيون ناز نياز.

۳- ذبيح الله کـي ظاهر اچي الٿا اشـارا وي،
عـشـق ڏنـو آواز.

۴- کري مَلِهارَ محبت "مصري"، موهيا وو،
سِکڻ کيا سرِفراز.

## کافي نمبر [ ۳ ]

(سرائکي)

ويکيم ڏِيـد شهيد دلبر دا،
تنه ديدار بي اختيار مين کيان.

۱- دشت بـلا دي وچ دلبر آيا،
نال رضا دي مَنُ ربّ دا رايا،
چاتس بـار خونخوار خنجر دا.

۲- هي ماتم ملک و ملک مَلک دي وچ،
هفت زمين و هفت فَلک دي وِچ،
هَـي افسوس اس راهِ آمُـر دا.

٣- جان جگر ٻُرزي ٻُرزي ٻارِي،

هِن ٻُر خون سِردي سِهري ساري،

ظاهر چَڪِيس ذوق زهر دا.

٤- هِي جلوا جُمل جَهان جهين دا،

ويکيا "مصري" مُک مِهتاب تهين دا،

شُعلا کيا هِي اهين شَمس قَمر دا.

# سر بهاڳـــ

## ڪافي نمبر [ ١ ]

اچي آسانُ ڪر مُشڪل، پلا بادشاھ بغدادي.

١. سُڪيا سائِل سَڏي تو ڪيا، ڏسي ڏولين چڙهيا ڏُکيا،
ٻيئي ٻيـنـار سَـي ٻــرُ ٽِيا، هٿئون تُنهنجي هم هادي.

٢- سَمالا ڪـا سَـبِـر سـائُــو، تــو ۾ تڪرار طاماعُو،
ٻِني تـــوڪـــان ٻِر پينائُو پَلئو ٻُـر ڪيو اچن پانڌي.

٣- ڪروڙين ڪَرن لڪـ حـاتـم جمع جڪرا توٽي جادَم،
تُنهنجي درگاھ مان دم دم، لهن ٽـا فَيض فرياديِ.

٤- تون آهين سَرتاج سَر پيِران، مدد"مصريءَ"جي ڪر مِيران،
داتا ڏيو ڏيـر دلگيران، ڪنان ڪُل عَيب آزادي.

# ڪافي نمبر [ ٢ ]

مُريد جي مدد ڪر ميران، مُحي الدِّين جِيلانِي.

١- تون آهين آفتاب احمدﷺ جو، منوّر ماه محمّد جو،
هادي آهين هِن ۽ هُن هنڌ جو، عليِ حَسنين جو ثانِي.

٢- وڏائو ڪند تو نائي، پُنيءَ پنهنجي پلئه لائي،
نظر نافع تُنهنجو آهي، نظارو نور نوراني.

٣- ڪرم ڪر هاڻ دير تون داتا، صبح سوالين پلئه پاتا،
پري ڏي پير پُرپاتا، سگهو محبوب سُبحانِي.

٤- مَدح "مصري" تون چو دم دم، لٿا گوندر مڙيئي غم،
قُطب آقطاب ڪيا ڪل ڪم، پسائِي پاڪ پيشانِي.

# سر ڪاموڏ

## ڪافي نمبر [ ۱ ]

سما تُنهنجِي سونهن جِي آهي هنديِن ماڳين هُوءِ.

۱- ڪاپو ۽ انَ ڀڪون هٽين، ريجهيو رُوءِ ٻَرُوءِ،

۲- صاحبُ سُر سَخنِ جو آهِين، خاصيِ خصلت خوءِ.

۳- تُنهنجو جُود جهان ۾ ٿيو جوهر جوءِ ٻـ جُوءِ.

۴- چَٽ ڇيڄيءَ جِي ڇيگري ٻَد جَنهِين ۾ ٻُوءِ.

۵- اڇيو وِهن اوڏڙيون، عطر لاٻو اوءِ.

۶- ڪاڄ جن جو ڪِڪيُون ڏيا ڏاتَر ڏُوءِ.

۷- نَڙا نَتَر ڀيڙيون، سُرها سِيڪنه سُوءِ.

۸- معذرت منظور ٿِي گنڌريءَ گفتگوءِ.

۹- ”مصري“ چِئي مُشڪ ٿيو ڪِنجهر ڪُوءِ ٻـ ڪوءِ.

---

## سر سهڻي

### وائي نمبر [ ١ ]

تُنهنجِي مَدَدَ مِهارَ آکاري آرن مان.

١- لطف ساڻ لنگهائيين عَفُو جي آڌار،

چِکڻِ ۾ چاڙهن مان.

٢- سِـه سيارو سِپرين مٿان مينه مَلهار،

پهچائج پـارَن مان.

٣- پنهنجي تُرهِي تارئين کَپَرُ کارونيار،

آئـل او پـارن مان.

٤- ملائين "مصريءَ" کي ساهڙ ساڻ ستار،

کـڏي کانيارن مان.

# وائي نمبر [ ٢ ]

اسان ڏان نہ سري،

سَري سيڪا توکي سُپرين.

١- مون کي ڏاوَ ڏنا ڏيو، ڇِڏن ڪَيس ڇري.

٢- هُو جو ٻار ٻدين جو، ڀِڃي ڏيم ڀِري.

٣- آءٌ ايندِيس ڪيترو ٻِڪون تار ترِي.

٤- تنُهنجي مدد "مصري" ڇئي مِلان مان مري.

# سر پهاڙي

## ڪافي نمبر [ ۱ ]

ڏيرن جو ڪونهي ڏوهه، هو نمائو نصيب نڌر جو.

۱- لحظا لکن جا لوحن لکيا، سرتيون ساري سي مون سکيا،
ڪاف ڪشالا ڪوه ڀنڊ آڻانگو ٻاري ٻر جو.

۲- قلم قضا جي مت منجهايم، نند نياڳي آوڙي آيم،
چرڪ رکان تان چوهه پيم، ٻرو هوند وينديءِ ور جو.

۳- ساڻ ڳنهي جي ساجن ستيس، اڄو رکي من تي جي اديون آئيس،
آيم تان نه آندوهه، ڀير نهارڻ ٻرهه پڌر جو.

۴- جڏهن لکئي جون لڌيم لائون، تڏهن ڏکيءَ کي ڏيج ڏنائون،
روز ميثاقون روهه وڙڻ، ”مصري“ ور وندر جو.

# ڪافي نمبر [ ٢ ]

رمز رندن جي رول نه جاڻن،

اهي لنگ سڃاڻن نر نيهي.

١- دزد دُهن ۾ ٿا ديدار ائين، وڃيو وڃن سان سي نه وڃائين،

سر ڦٽائين سڀئي ميان.

٢- هوءِ هنجن جي حال همت جي ووڙ ولايت ويءَ وحدت جي،

ڪل ڪنگن کي ڪيهي ميان.

٣- هنج هيرن کي نکوج نهارين، ٿت ٻڪيئڙا پنهنجي ٻاري ڇن،

ويل نه ڪن ڪٿ ويهي ميان.

٤- جت پٿون ٿيت پاڻ رهن ٿا، سوجهيو سر مان لعل لهن ٿا،

پين پرو آت پيهي ميان.

٥- تڪي تار پيهن طاماءُو، "مصري" سير سڃاڻن سائُو،

هلي ڏس سي ڏيهي.

—

# سر پورب

## ڪافي نمبر [ ۱ ]

تو بن رين وهائي جاڳي جاڳي جاني،

جاني جواني مائين.

۱- سينو سينگاري پنهنجو، سيج وڇايم (وي)،

واٽون نهاري وارث ويهي وهايم (وي)،

ڪي پرڀات پڄائي.

۲- نظر رکي آءُ نرمل ناتي ننگ تي،

پهري پوشاڪون پارس پرچي پلنگ تي،

ڏي تون پير ڏهائي.

۳- ملڻ ڌاران ماڳ وسني، آءٌ همت ماندي،

باجهه پريا ڏيئي بانهون، سڏي سيراندي،

سڏ سڪنديءَ جا سڄائي.

٤- متا "مصريءَ" ڪان مٺيون تنھنجون مجليسون،

آڳـــ انـــدر ۾ اِنھيءَ ڪان پيھر پريسون،

آھي ڪين آجھائي.

ڪافي نمبر [ ٢ ]

چو ٿي نينھن لايو ٿي، جاٽي واٽي پاٽيھي.

١- وطن پنھنجي تي وڃٽا ھٽا ويراڳي،

جاسينءَ جوء ۾ ھٽا تو جھليائي نہ جاڳي،

سُمھي ســـات ڳَمايو ٿي.

٢- ويـــا مَھيسي مسافر مُـــرلـــيءَ وارا،

سگھا ساٿيہ تي سنيوڙا سامي ســـوارا،

جوڳين ڪين جاڳايو ٿي.

٣- ٿي مِڙن جو مجاور پُنيئي مُدعائون،

لاءِ پيوت لڳن ڪي چـــوڙ جٽائون،

پرڏيھين ڪان پرايو ٿي.

٤- ماڳ انهن جا "مصري" هتا اصل اوڏاهون،

آيا جيڏانهن جوڳي وِيَـــڙا تيڏانهون،

هُنهِين حـــال وڃايوئي.

## كافي نمبر [٣]

ذاتِي ذات صِفاتِ ذاتي ذات تُنهنجي.

١- لَيل نـــهـــار لِياكا لَعلن تُنهنجا ميان،

شـــام سِحر پرپات.

٢- جمع جِهان جبل جهنگـــ جِن انسان ميان،

جُملي جميع جُملات.

٣- دَر رُخسار معانِي شمع الشمَسِ مِيان،

زلف اندر ظُلمات.

٤- لاَ لِكولا مقصد منجهہ "مصريءَ" جي ميان،

كارڻ كل قتِلات.

## ڪافي نمبر [ ٤ ]

ڪَهل پوئي ڪر قياسُ ڪوه ٿو ڪلپائين.

١- چندِين چِت چوريِ، تنهنجي ڪوڙين ڪيڏڙا ميان،
چُور چشم چَپراس.

٢- نِينهُ نِقابا نِهايت نِتُ نِتُ نيڙي ميان،
نئون نئون نازُ نِراس.

٣- ٿي غمناڪ گُذارين ٿا غم تُنهنجي ۾ ميان،
گُم غَريق غواص.

٤- سِر سَهُجوَن ڏين سڪنديون ميان،
توٽي توڪي گهُرجي توءِ تپاس.

٥- چڏ ماڻا ٿيءُ "مصري" ساڻ مشتاقن ميان،
مَ ٿيءُ مُحب مَواس.

## ڪافي نمبر [ ٥ ]

مَٽا ڏيئي اڳيان ماڻي، مَٽيا مرڻ تي مرد متارا وي ميان.

١- ڪيف ڪلال جي قاتل ڪڙي ڪوريا،
مٺا موڪيءَ سندي مت ڏان گهٽئي گهوريا وي ميان،
ڪند ڪُلهن ڪنان ڪاٽي.

٢- ٻاڻ ٻتنگن جيئن ٻچندي ٻچي ٻچايندؤن،
مگر محبت سندي مچ ڪي مچي مچايئون،
وڏا جيري تنه جراٽي.

٣- سرُ ساقيءَ اڳيان سخت سيون سجايئُون وي ميان،
پُري پرينءَ هٿئون پيالا ٻکون پيتائون وي ميان،
گهڏي گهوٽن منجهان گهاٽي.

٤- ملنيا مهيسين مُرادون مقصد تيڙا،
مد ميخوانيءَ جي "مصري" نهوڙي نيڙا،
وٺي ويچارا وهاٽي.

# ڪافي نمبر [ ٦ ]

مُحب مٺا مشتاق، ڪنه کي ڏانهن ڏيندا.

١- تو ۾ الفور قاسائي نيا فهم فڪر سين،
اي فريـاد فراق.

٢- غمّ غيُور بحر ۾ غـرق هـٿـي ڪيا،
غمز تُنهنجي غمناڪ.

٣- هڪ هيڪاندا همدم هـوءِ جـي هُيڙا،
هي هيرايل هيراڪ.

٤- ٿيا تالان تخت ڇڏيائون بي طاقت تن جي،
آبروءَ ڪُنڊي جي طاق.

٥- مُلڪ فلڪ مڙيئي "مصري" مـوهيا،
ڪي ڪج زُلف قزاقِ.

## ڪافي نمبر [ ٧ ]

ناز نظر سان نياز، نازڪ نازُ تنهنجو.

١- ڀيرين ٻيار رڪيوئي پاڻيهي پنهنجو ميان،
ٻوءِ ڪرين پروازُ.

٢- لا تَتحرِڪْ ذَرَّةٍ اِلَّا بِاِذْنِ اللّٰه،

اهڙا ڏيئي آواز.

٣- سهج سڏائي سڪنديون پوءِ ترّائين ميان،

ايءُ عين عجب آغماز.

٤- ملي ”مصريءَ“ سان ميڱون لائي ميان،

هڪ ٿيون همراز.

—

# سر بسنت

## ڪافي نمبر [ ١ ]

جامان زر افشاني وي،
مُرصع تاج مبارڪ برسر.

١- شُعلي شمس مريخ نه شامل، شڪلش شمع شهاني،
گل گون گلشن گلابي چهرا، گوهر گنج معاني،
لالا لب لچيندا احمر.

٢- ڪج ڪُلاه تي ڪلنگي قُدسي، زير سهري سُبحاني وي،
مُڪ مُرلي چاهيد بُليندا زاول راز رباني،
محمّد مخفي احمد اظهر.

٣- ابراهيم تي عيسي آدم اسماعيل قرباني.
ڪيڪائوس فلاطون لقمان ڪيا وت ماه ڪعناني وي،
خضر خريدا بردا سڪندر.

۴- يمن عجب يڪ جنس يگانا، يد بيضا يزداني وي،
"مصري" مُرسل بن بره دا ماريس ناد نهاني وي،
تان تماشا ڪيتس گهر گهر.

## ڪافي نمبر [ ۲ ]

دل آب درد گيا آزار، آپ ہيً هنيا پيغامي.

۱- نال لطف وري چيچل چول، چنگ مردنگ آہنگ ڈول،
واجن لک هزار، موهن مِرگهه ڪِتن دم دامي.

۲- بولڻ ٻاڻ وتي گهنڊ ڪولي، چُور ڪِتوني چشما چولي،
روپ پريا رُخسار، نرگس نيڻ مست مدامي.

۳- برسر تاج مرصّع مالها، سو سامي مامڻوالا،
جوڳي جلوي دار، آديسي ڪيتم آرامي.

۴- مُڙه مُڙه پالُ ماڻ ڪريندا، "مصري" مشڪڻ نال مريندا،
وَل نظرا نِروار، شمس قمر ٿيا سهين سلامي.

# ڪافي نمبر [ ۳ ]

سهڻا تينون سَرندي وي مينون ڪيتئي مست ديوانا.

۱- چا نقاب ويکايوئي چهرا، چَٽ پَٽ چشم چڪر دي وي،
نوڪان نت مژگان مريندديان، مانند موج بحر دي وي،
پنبڙيان دا پلپل پيڪانا.

۲- ڏُورَون ڪِڙڪي ڏيوين ڏيکالي، وَل وَل وقت سحر دي وي،
آواز سُڻي مين آوچڪ آئيان، ڇوڙيم راه صبر دي وي،
تَن عُريان سرپاءِ بَرهنا.

۳- مجنون مثل محبت ڪيتم، پيتم خون جگر دي وي،
وَستي سَڃ وِيرانا جاتم ٿي بيراڳڻ بَردي وي،
مَنُ هويا محروم مستانا.

۴- تارون تلخ تي جان لبان پر ناهم آس عُمر دي وي،
ڏي "مصري" تہ جنازا جيوي آڻ آنا آجمر دي وي،
شيوا شغل شناس شهانا.

# ڪافي نمبر [ ۴ ]

ملي ملي مي ڀي پاپا هڻ هويان مخمور وي.

١- سڻ وي سهيان ساڏا، چا چتلائو محبت دا مذڪور وي.

٢- ماري ڏاڍا درد دا دلق دليندي ڪون، سيتم نال صبور.

٣- ويکڻ سيتي وساريم ماهيو مڙگان دي غمزان غرض غرور.

۴- ”مصري“ محرم ماهي مڙه مڙه مليا ٿيا ضايع ڪل ضرور وي.

—

# سُر سورٺ

## ڪافي نمبر [ ۱ ]

پکي تون تہ آهين پرڏيهي، کهڙي وه* ڪان وطن ڇڏيو ئي.

طرحين طرحين جا گُل طوطا، ڇنو ڇو چمن ڇڏيو ئي.

۱- ارم ڪان تون هتي آئين، کهڙي سانگي سڪل سر ۾،

بهاريل باغ فردوسي، ڪٿي گلزار عدن ڇڏيو ئي.

۲- قبولي ڪربلا ڪوڏون، امام الله جيئن اڄ تو،

ذبيح الله تي ظاهر، پاڻيهي پنهنجو ڪفن ڇڏيو ئي.

۳- جڏهن حُبُّ الْوَطَنُ آئي، مِنَ الْاِيْمَانُ سچ سمجهيئي،

ڪري پرواز پڄ پڄرو، آڏر لالا سمن ڇڏيو ئي.

۴- آڪنب آشيان جي رڪ تون، وَٺي واهيري جون ويلون،

برابر مشڪ جي "مِصري"، سدا سهڻو صحن ڇڏيو ئي.

* بي پڙهڻي: نسخہ ق، واه.

# ڪافي نمبر [ ٢ ]

تنهنجي ڊِيد جن کي دام اچ دلبر! وِڏا ديدار جا،
تن عاجزن آهون سٽي، اعلاج ڪر آزار جا.

١- اِن اکين ڏيئي اشارا، رت اسان جو هاريو،
پائي پيچ پرڏيهي ڪُٺائون، زلف گهنڊڙيدار جا.

٢- اِيءَ صحيح رسم شڪار جِي، جي هڻن سي خوش ٿِي ڪٺن،
جي گُڏيل گم ٿيو تہ ٿا ڪن، نوع لکين نهار جا.

٣- تون بہ تيرانداز تکڙو، تُرت آ تهتون تِڪو،
اچ هٿي هٿ ٿار رک وري شوق ٿئي بہ شڪار جو.

٤- بَڌُ پَٽَي پيرل اچي، چڱ ماڻ "مصريءَ" سين مِٺا،
تو بِنا بلڪل سڄڻ، ڪهڙا بِلا بيمار جا.

# ڪافي نمبر [ ٣ ]

دست دلبر جي دوا، دردن توٽي درمان جي،
وَٽُ تنهين ڪان ڪا وَٺِي، دولت ڏيئي دل جان جِي.

۱- محب معنيءَ ملاحت ۾ منوّر مثل ماه،
ناه طاقت شمس، قمر، سُنبل ۽ سرطان جي.

۲- تاب ڇا تارن جو، هيءَ موسيٰ ڳنان تجلي تکي،
هن جَلايو جبل، هيءَ رهبر ڳلي رحمان جي.

۳- رُخ رنگيءَ جنهن روپ سان روشن ڪيا هئي جَڳ رَلي،
پئي پڌر هَهِڙي حڪايت، نَاز جي نِشان جي.

۴- مُنهن ڏسيو محبوب جو "مصري" چئي اي مهربان،
جنهن ڏني ڏُک ڏور سي وسندي ٿئي ويران جي.

## ڪافي نمبر [ ۴ ]

وِجهِي زلف جي دام ۾ قيد تو ڪامڻِ ڪيا.

۱- هر زمان هر لحظي هر حملا ڪيو هينئڙا هٽين،
ٿا سهن سهِين سِتم، هو جي پهه پُنيءَ تنهنجي پيا.

۲- لئون لڳين لج ڪي ڇڏيائون، لالچ نہ ڪن ٻي لوڪ جي،
اِنهي نَين جون نوڪون اڙين، پيڪان جي پاسي رهيا.

٣- ڪيٻراڙين ڪڙيون ڪمند، ڪاڪُل ڪليجن منجهه ڪُنيا،
ٻي ٻر ڦڪي ڦيري اندر، قُمريءَ مثل قابو ٿيا.

٤- رکي محبت ميٺ ”مصري“ تو موهيا ماڻهو مَلڪ،
ڏاڍي نوع سين ناڻي سڄڻ، ڦاڻي ڦيند لارُن جيئن لَيا.

—

## سر ڪانرو

### ڪافي نمبر [ ١ ]

ڪنياڻون ڪلي نيڻ گهرا گلابي،
پري پاڇهه نرگس عجب نيم خوابي.

١- ذري سونهن يوسف ڪي بازار نيو،
ٻنا ملهه مقيد مزيدار ٿيو،
مصر ۾ نه منظور ٿي ماهتابي.

٢- پيو پرتوو طور تي نور جو،
نه ماهر ٿيو موسى تنهن مذڪور جو،
ڪٺن بار بيشڪ پلي پو ترابي.

٣- ٻره تيغ پڙڪي جو جلوو ڪيو،
هتيا عرش حامل فلڪ فرش ٿيو،
نه آيو آني ڪو عرب جو اعرابي.

٤- اکين جي اٿين نُه، طبق کي تپايو،
جَلي ويا جبل عشق آڙه مچايو،
وڃي نيٺ نَوبت پڳي حد حسابي.
٥- ڪيو معرَاج مردن مگر رمچ مچائي،
اِهو راز رِندي منجهان منجهہ نہ مائي،
اِٿيئي مِهَل "مِصري" سِگهو ڪر شتابي.

# ڪافي نمبر [ ٢ ]

وَڃيو ڪوہ ووڙين تون وڏڪار ور ۾،
پراهون نہ پاسي آٿئي گهُوٽ گهر ۾.
١- تو ۾ تخت تکيو، جِتي ڪوہ نہ جائي،
سندس نَوٽ نجهرو صحي ڪر سڃائي،
نمي کي نِهارج تنهنجي ڪانڌ ڪر ۾.
٢- منجهان منجهہ مَساکن رَگُن روح رت سان،
نہ هرگز ڪنهين هوت هت ڪيو حُجت سان،
ڪري هاڻ پاسي لهج دوست دَر ۾.

٣- لکو ڪين لُونءَ لُونءَ اندر ٿو لڪائي،
ڏيو ڳل ڳِرهڻيَ ٻـِـڌر ٻيـر ھائي،
لايو ٻهُ پنهونءَ سان ڇُل ٿي ڇـپر ۾.

٤- ناهي وار ويـڇو وَهي وِيـر وُتَ ۾،
سگهو جوڙ سودو سِـپي ساھ ستَ ۾،
لڳي پئج لنڪي تون "مصري" مهر ۾.

## ڪافي نمبر [ ٣ ]

دُنيا دور پُر شور ساقي سنياريو،
ٻـپر خيز لبريز پُر فيض پياريو.

١- تُنهنجي جـام اِنعام عـالـم آجاريا،
قــدح آن ڪروڙين ٻـرن ۾ ٻيهاريا،
تنهن مان تل ڏيئي مل ۾ ماٺن سين ماريو.

٢- مَکر دير جهت ڦير، پيمانُ پُر ڪر،
ڏيو وَت وهـو ۽ ورايو وَٺيون پَر،
ٻي مي ڪَريون شي جڏي دل جِياريو.

٣. نہ زاهد ٿئي شاهد اِنهيءَ راز رنگ جو،
انديشو اسانکي نہ ناموس ننگ جو،
يڳا باغ مان زاغ عاقِل آڏاريو.

٤. ڏسي حال ڪر پال "مصريءَ" سان مُرڪِي،
سچي سِڪ جي سيد سڏي ڏي ڪا سُرڪِي،
نِظاري نظر ساڻ نافع نِهاريو.

## ڪافي نمبر [ ٤ ]

رها هون مين روزِ آزل سي هي پِياسا،
زمين خاڪ مِيخانہ ڪِي من ۾ آسا.

١. ڪرو جام انعام مي ناب مَستي،
خودي خود پرستِي هئي خام هستِي،
نحس نفس نر پاڳ جاوي نِراسا.

٢. تصرّف ڪي طلعت سي نہ ڪچ دُور دم هي،
يہ تشريف تيري ڪسي پر نہ ڪم هي،
درد ڪيش درويش کُون ديو دلاسا.

٣۔ سماتا سمک رونق رنگ مینا،
قدح کیف قدرت سي پرپور پینا،
عنایت کرو آب آتش لباسا.

٤۔ ارغوان پیمان ساغر سوایا،
فلک نیلگون نوع دگر مین آیا،
ھوا مخمور "مصري" ملا ایک ماسا.

---

# سر ڌناسري

## ڪافي نمبر [ ١ ]

اسين آهيون عيبدار،
ڀَرَن ڀير ڀاڙي جي آن کَي.

١- شاهه نُور نبيءَ جا نوري،
حاضر حَضِرَت جو آهين حُضوري،
سيد سَچا سردار.

٢- شاهن ساڻ سوا سَگَ کهڙا،
آسين جُتيءَ جي جُوڙ نه جهڙا،
بيڪس ۽ بيڪار.

٣- لَڄ به آن تي، لَڏ به آن تي،
ڪيُت ڪَرُو ڀَئي تنهنجي ڪانتي،
هِتي هُتي جا بار.

٤- اڳي هوءِ اميد نہ لاهِيون،
پيش پِيرادِيءَ پِڙِ ۾ پيا آهيون،
ڀلو وِجهيو ڀِنارِ.

٥- "مصريءَ" جا جُڳَ جيئن جوڙا،
ڀلا ڀُٽ، ڀلا تن گهوڙا،
ڏيارهو ڏاتارِ.

## ڪافي نمبر [٢]

الغرضا آهيان ڙي ميان،
رهي غرض غلام تنهنجو.

١- ڏسڻ پاڻيان ڏان وڏوئي،
هيءُ جو هوت حجاب چڏيوئي،
ٻرين ٻرت جو ٻيج وِڌوئي،
لهي نہ جي لاهيان ڙي ميان،
دلبر دل ڪان دام تنهنجو.

٢- جاني ٽنهنجي اچڻ جي جيڪر،
ٻڌان هوند حڪايت هيڪر،
تہ وڻون واٽ تنهين تان ور گهر،
گهوري گهور گهمايان ڙي ميان،
اچي جتان پيغام ٽُنهنجو.

٣- نوريءَ تنگ گذاريان ڏِينهڙا،
وسن جيتوڻي مُوکون مينهڙا،
سُنهُن سندوئي سي سپ سَپ سينهڙا،
پنون کيو پاليان ڙي ميان،
مَنَ ۾ نِتُ ماتام ٽُنهنجو.

٤- محب سَدا مشتاق "مصري"،
وجي وير ڪنهين نا وسري،
ڏئين ناز نظارا نسري،
سي ڳايو ڳُڻ ڳايان ڙي ميان،
اهڙو ڏسي انعام ٽنهنجو.

## ڪافي نمبر [ ٣ ]

آنهنجو هيچ حبيبَ، دارون درد وَندن جي.

١- درد وندن کي دلبر تنهنجا راحت رنج رقيبَ.

٢- گهايل گهور سڄڻ تنهنجي کي، ڪندا ڪوهہ طبيبَ.

٣- درمل ڏي ديدار انهن کي، نازڪ يار نجيب.

٤- روز آزل ڳِنان آصلي آهي آنِهنجي هٿ عجيب.

٥- ماڻا مِنا تُنهنجا "مصري" ڪان وڌ، لَذتَ دار لَبيبَ.

## ڪافي نمبر [ ٤ ]

جن ڏٺا تُنهنجا ديد سُهڻا، سي ٿيا سيلاني.

١- چشمن کي چوگردَون ويٺا ٻـڌي شهر شَهِيدَ.

٢- سر سوري، ڌڙ ڌار رِڻن ۾، ڪئي عُشاقن عِيد.

٣- پِيا ٿِـي جي ٻُـرزا ٻڙ ۾، توءِ پڙهن تُوحِيد.

٤- وِجهي ميخان مِنيءَ ۾ "مصري" ڪيئي مَلڪ مُريدَ.

# ڪافي نمبر [ ٥ ]

زوُراور نُوسان زارِيون،
ڪهڙي حُجت هيٺن جِي.

١- پرين پيار رکيوئي پهرين، پوءِ پري ڪيئي پاڻ،
ڪهڙي حُجت هيٺن جي، زاريون...

٢- بِره بَڇي، بيراڳ ڪيڙئي، ٻهڳڻ لائي ٻاڻ،
ڪهڙي حُجت هيٺن جِي، زاريون...

٣- تُنهنجون هُوت هزارين ٻانهيُون، منهنجي تو سين ڏاڻ،
ڪهڙي حُجت هيٺن جي، زاريون...

٤- ڪوڙ ڪِميڻين تو ريءَ تڪيو، اصل تـوڙي هاڻ،
ڪهڙي حُجت هيٺن جِي، زاريون...

٥- شاهه رانجهن توڙي "مصري"، مڙنيان متي تُنهنجو ماڻ،
ڪهڙي حُجت هيٺن جِي، زاريون...

# ڪافي نمبر [ ٦ ]

ڪن ظالم زلف زنجير، راند ٻون رنگي رُخ ني.

۱- ور ور لانگ وسيهر وانگر، ٻي صلح ٻي ٻير.

۲- ڀڳڻ مار ڇڇن نسي منيا، جادوگر جانگير.

۳- ڏنگي ڏيهه هٽي ڪيٽي ڏاني قيربدار فقير.

۴- ٿيا مطيع انهن جا "مصري"، وحدت وارا وير.

# ڪافي نمبر [ ۷ ]

ميران مشڪل لاهه، محمد ڄام مُحابي،

مُرسل مير مُحابي.

۱- سُوالي نه خالي، شاهه اوهانجو،

آولِ آخر آلا.

۲- ڏوله درد دفع ڪر دم ۾،

داتا ديهر ۾ لاءِ.

٣- تون تہ طبيب اسان جي تن جو،

هيا ڏر ڪيم ڏيکاءِ.

٤- سرهو سڏ صحت جو سيد،

سائينءَ لڳ سڻاءِ.

٥- ٻانهي ڪي ڪڏي ٻار ٻچل مان،

ڪشتي جيئن ڪڍاءِ.

٦- مناجات "مصريءَ" جي ميران،

ويجهو تي ورناءِ.

## ڪافي نمبر [٨]

(سرائڪي)

عشق سپہ سالار، سهيو ملڪ فلڪ تنهيندا.

١- عشق امام جنهن نون ڏيوي اِشارا،

سو گهت ڪُلنگي گهني عرش ڪنارا،

آنا الحقِ* اِسرار سهيو آکڻ والا،

الحان آهين دا.

* اصل نسخو: عين الحق.

٢- عشق جنهينون جامِ پلاوي،
سوڙه ماهِي ڦر چاڪِ سڏاوي،
ڏڻ والا ڏڻ وار،
سهيو هير ڪنون حيران تنهين دا.

٣- عشق درياه دلان نون ٻوڙي،
غرق غراب ڇهي وچ ڇوڙي،
هردم هووي هوشيار،
سهيونا صحي سُڪان تنهين دا.

٤- آءُ گهڻ* "مصري" ماڻ عشق دا،
رستا ڇوڙ رِيا رِشڪ دا،
لاشڪ ليل نهار،
سهيو پرس دا پيمان جنهين دا.

---

* اصل نسخو: مصري آءُ گهڻ.

# سر گجري

## ڪافي نمبر [ ١ ]

آءٌ ڄڻي آوهين ڄام آيلو يار مِيان،
هُوت ٻنهون ٻنهنجا هنڙا مَ لائج.

١- ٻيا ٻلوچيءَ ٻات جي مون نہ پروڙي مام،
٢- ٻائي اوڳڻ ٻانڌ ۾ لڳيس اوهان جي لام.
٣- غافل آهيان گندلي آلا سائينم تُنهنجي سام.
٤- ٻاجھ ٻاجها سپرين ڪچي قُولج ڪام.
٥- مِيي مهارُون "مصريءَ" تي واري آءُ وريام.
يلو يار ميان.

## ڪافي نمبر [ ٢ ]

اج اوني عمر آيو آتاهون،
سُڏ سانگين لڏي وري وهر واهون.

١- موڪ مريڙا ٿيا ساوا ساڳ رڌائون،
سوٽي سا ڏور سگر سرها ٿمر ستيائون.

٢- ڳم ڳاگيون ڳنڊير لنب لُڙر لوڙهيائون،
مَڪون مُنگها ميڙي ويهي ويڙهه وندپائون.

٣- ڊيهي ڊامڻ ڊکٻون سيا رڃ سائون،
ٻيڙي ٻرڙ ٻچني ڪڻ قوتُ ڪڪائون.

٤- مکٽي مانڊاٽا مرٽ مانڊي مُنڊون مڪائون،
ستي سائيه آڇي لَهُ لعل لائون.

٥- مَتا مَال "مصري" ڇيلا ڇنين ڇيڙيائون،
ٻسي ٻالاري ٻٽن ٻيري ٻاڻ ٻرٻائون.

## ڪافي نمبر [ ٢ ]

آوڳڻ ڪيم ڳٽيڄ، پلو يار ميان،
تو دلاسي دوست جيان ڏي.

١- ٻرين ٻورهيت ٻنهنجي ڇپر م نہ ڇڏيڄ.

٢- لاڙي پاند لونگيءَ جو ڍليون ڍول ڏکيج.

٣- ونگيون وائون ور آٽانگا رهيس هاڻ رسيج.

٤- اکيون عاجز ساميهون آلا سائينءَ لڳ سڄيج.

٥- پسي مداڍون "مصريءَ" جيون مهرون ڪيم منيج.

مُحبت ڪيم منيج،

## ڪافي نمبر [ ٤ ]

پلا پير تنهنجو آهي پيرو نہ ميرو،

سوالين جو سڏ سڻ تون سيد سگهيرو.

١- سڻ فرياد ڪر، داد، دلشاد دلبر،

ڏي آڙين کي آڌر سڌر پير سرور،

ڇيهن کان ڇڏائي تُرت نام تيرو.

٢- خُراسان، ايران اصفهان آوري،

هي مُلتان مڪا تڱن ڪين نوري،

قدم ڪل تي قادر اوهانجو اڳيرو.

۳- هي پچ لڳ ٻني جڳ سنڌ ۽ سڳ سلامي،
مُريدن جي ميران مَدد ڪر مُدامي،
ڏيو ڏانُ ڏاتار سپ ڪَؤن سويرو.

۴- شَهنشاه بيپرواه جي واه ڪرِ تون،
پلؤُ پير پينار جُو پانڌُ پر تون،
گدا گنج سون تُنهنجي گهري ٿو گهيرو.

۵- ڏٺي ديد ٿي عيد تُوحيد تن کي،
هدايت لڳي هير "مصريءَ" جي من کي،
ڪلي ڪس لهي ويا، ديکڻ ساڻ ديرو.

## ڪافي نمبر [۵]

سارِيان سنيارِيان نهارِيان عُمر جام وائُون،
وَري هيڪر وطن وچڻ جيُون،
پنهنجي ملڪ وچڻ جيُون.

۱- سهج سنڌي سپ سُومرا، دل پائني ٿي ڏاريان،

٢- قالُوا بلٰي جا قاعدا، پنهوارن سان پاريان.

٣- ويڙهيچن جا وَچڙا، ولهارَن مُنجهہ واريان.

٤- مارُن ڌاران "مصريءَ" چَلي گُولڊ ڏينهن گُذاريان.

گهَنگهر ڏينهن ٿي گاريان.

## ڪافي نمبر [٦]

سچڻ تون سدائين نوازين نمائيون،

ڪريان ڪرم تنهنجي جون ڪهڙيون ڪهائيون.

١- شفيع المذنبين مرسل مٺن جو،

واهر واهہ وَرُ تون وسيلو ولهن جو.

اصل عاجزيُون آهن اوهان دَرِ آگهائيون.

٢- هي وِيئون وڙان لوڪ لوڏي لَنگهائيون،

اوهان ڏيئي انعامون سي پيرل پرايون،

ڪُوجهن ساڻ ڪرئين تون رِءَ ريءَ رهائيون.

٣- نَہ ڪِينرُ نہ ڪِبرتُ وڃا مون ڪانُ ويئي،

مُنهنجو حال هادي آهي معلوم مٿيئي،

سَڏي سِگهر پنهنجي تون رهبر رسائيهون.

٤- هِن مِسڪين "مصريءَ" جِيُون سُڻ صَدائون،

پُڄايوس پيغمبر مَن جيُون مُدعائون،

مُرادون محمّد صه مِڙن تو ڪان مائيون.

## ڪافي نمبر [ ٧ ]

صبح جا سُوالي وڃن ڪِين خالِي،

تُنهنجي در تان دآتا دُولهه دَستگِيرَ.

١- وَڄن گهنڊ گهڙيال نوبت نَغارا،

سُوالي سُمَن گيا تو سَيّد سَوارا،

پريو پلوُ پانڌي اچن تُنهنجا پِيرَ.

٢- لکين سَبڙ لاکا ۽ حاتم حضورا،

هِي زاهِد ۽ عابِد عِبادت آجورا،

وئي توکان وارِث ولايت جا وِيرَ.

۳- مَرض قَرض مَولىٰ عَليءَ لڳ لاهيين،

هِي رَحمت ڪِري شاه رحمت رسائين،

مَجابِي محمد صہ مُحيُ الدّين مِير.

۴- وِڌم دست دامن ۾ تحقيقِ تو ڙان،

مِڱڻهار "مِصريءَ" جا جوڙا سَجُوڙا،

ڏِي بخشاءِ پِنڻي سدا پُٽ ۽ کِير.

## ڪافي نمبر [ ۸ ]

مَانجهاندِي جو مَاڳ (پلو يار ميان)

راه مُسافر هِيءَ راتِ وهاڻِي.

۱- هُو سانگِي تون سُمهين، سَنبَهي تِيءُ سُجاڳ،

نَت سو جهِيندَئِي سُور سُپاڻِي.

۲- بارُ ڳورو پندَ پَار پَراهون، لَڪ پڻ گهرندئي لاڳ،

تَنها تون ۽ تو تَڪ ڏاڍهن تاڻِي.

۳- مُوتُوا قبلَ الموت مري وڃ، آجل ڪَنان ٿي آڳ،

جي مرين تان جواني ماڻِي.

۴- حُبَ هيانَريءَ هوت لاءِ، وِيهي ڏي کو وهاڳُ،
ساتِ سَڏينديءَ هوءَ صبح سجائي.

۵- "مصري" محمّدﷺ مصطفيٰ سيني ڏيندو سُهاڳ،
کل پيغمبر جو آهي پير پُجائي.
مانجهاندي جو هيءُ ماڳُ......

## كافي نمبر [ ۹ ]

مُنارا ڏٺاسون، پُنيون مَن جون آسون،
پَسي پير جا پِڙ وهم غم وياسون.

۱- چُمن چائنتِ چوڦير مِڙيو ملائڪ،
لِهَنِ فيض فِي الحال فَيّاض فائق،
وِٺن ٿا وِلايت پهاريءَ جون پاسون.

۲- مٿي فرش جي عَرش اعظم آهنيارون،
قُبي کَر کناري کَرُوبين قطارن،
لاڻائون لڳي لِڙهه اندر جون آداسون.

٣- پريو عام پر جام پانڌين پاري،

نظاري نظر سان نوازيو نهاري،

ڏني مُک لتا ڏک سيئي سُک سَرياسون.

٤- نَسُل پاڪ حيدر عليءَ ۽ حَسنَ جو،

مددگار ”مصريءَ“ سِين پنهي جڳن جو،

ڏيکي در سڌر جِي حضوري ڪَيائون.

## ڪافي نمبر [١٠]

منهنجو تو ريءَ ناهہ وسيلو،

ٻاجهہ سَپَاجَها سُپرِين ميان.

١- آهيِن ابو جهين، اڳانجهين آڳين،

آيرن سان سيڪنهن رِيت رَسِيلو.

٢- مَنڊين ٽُنڊين محتاجين ميرين مَڱٽين،

پَلٽين پهت تن پَسِي لو.

٣- ڏَڏن ڏُوهارين ڏيرن،

ڏاڏيون ڏيندڙ طاماعن تُسِيلو،

٤- ڏي ڪو معافيءَ جو محضر مهرون،

"مصريءَ" کي هر ڪنهن ويل هئي لو،

## ڪافي نمبر [١١]

مون ۾ عيب اپار (پلو يار ميان)،

آئون ٿي آهيان اگلڙي آهيان.

١- ڪوڙي ڪوڙهي ڪوڙي، ڪانڌ نه ڄاڻان ڪارِ.

٢- ڪيم ڪچايون ڪيتريون، بديون بيشمار (پلو يار ميان).

٣- منهنو مدايون ناهڪو، بيحد بدِ ڪردار.

٤- توڙون نڪيو ناهه ڪو، ڏنيم توهان ڏار.

٥- سنئون صواب نه ساريان، سائينم سڀ ڄمار،

٦- باجهه سباجها سپرين، تڳان تنهنجي تارِ.

٧- ميٺ مدايون "مصريءَ" جون، بخشي بخشڻهار.

# سر کنيات

## ڪافي نمبر [ ١ ]

ٻرهه زُوراوَر جو ٻاري ٻارُ،

سَرتيون مون تان سَهلو ڄاتُو.

١- ڪٿِ خانَ خوديءَ ڪان غافلَ،

نه عارفَ نه عاقلَ عاملَ،

هستيءَ جو هِسوار.

٢- نظر نِينهَن نِسورو نادِر،

بيرنگ بِرهه بَهرام بهادُر،

تُهمتِن تڪرار.

٣- آظهر عشق ٻاهر مَنجهه ٻوليَ،

حَيا حجابَ جا گهونگهٽ کوليَ،

سِندس ڪونه سِتار.

٤. جتي عشق آوتارا،

سي هٿن دم الوهيت وارا،

بي خود بي اختيار.

٥. ”مصري“ ملت نہ مذهب جائي،

دين ڪفر منجهہ موجان مائي،

مالڪ خود مختيار.

## ڪافي نمبر [ ٢ ]

کهڙي سبب ڏاڍا ڏينهن لڳان،

پينر ڙي ڪڏهين پيڙا ٿيندا.

١. ڪيائون انجام اڄڻ جا اديون،

اکيون اوڏاهين آسرونديون،

سهسين سال ٿيان.

٢. ساريو ساريان روز رهائيون،

تارا تڪينديءَ راتيون وهائيون،

سهر سانگ سندان.

٣- فالُ فجر جو پاتو پايان،

اڳي ۽ پوءِ اُميد نہ لاهيان.

مَحشر سينءَ منجهان.

٤- پَٽ پرڀا پرين پَهتين پُورا،

”مصري“ ڪين متيندا مورا،

ڪَي جَي قول ڪيان.

## ڪافي نمبر [ ٣ ]

پَنڌ پراهون منزل ڏُور، ڏاڍا جيئن ڏينهن نہ آيري.

١- ڪَرها ڪوڏ ڪڇيءَ ڳِل پائين، مَيا موڏ متان مَڪرائين،

پهچون پهرين پُور.

٢- چَل تہ چَانگا چندن چارِئين، ماکيون مصريون مُنهَ موڪ پيارئين،

هلي هُوت حضور.

٣- هلين حَبيبَن ڏانهن هَڪلائين، ڪُوڙا ڪنگا مَن سان ڪجائين،

ڪَرِها ڪَهڙي قُصور.

٤- چوڏسِ رَين چِٽائِي چَنڊِ جِي، ”مصرِي“ چِٽيَ اها مَهل نہ منڊِ جِي،
آڏيءَ آڏر آسُورا.

## ڪافي نمبر [ ٤ ]

(هندي)

آلک اگم اَنت نہ پاوَي لاکِ لَکيٽا ڪون لَکيَ رِيَ.

١- نام نَرِنجن ڪا پيتر پَاسَا،
جَنگل جُوڳِي ڪانہ جکيَ رِي.

٢- سيوَوَ ستگر سُنت سَبد سَيِ،
پرگهٽيو پريو پاس پَکيِ رِي،

٣- ڪرناڪ کو تيسَر ڪالِيَ،
گهٽ وِچ گنگارام رکيِ رَيِ.

٤- گُر چرني ”مصري“ سِيس آتارو،
ڪَاسِي ڪَروت ايڪِ آکِي رِي.





## صاحب خان "سورھ" ميراڻي

**Cell No: 0344 - 3919786**

**Cell No: 0300 - 3404488**

ايڊمن : فيس بوڪ پيج ۽




واٽس ايپ گروپ

# غزل

ڀري جام ساقي کان شام و سحر،
ڀي پوءِ موڙي م تون دير ڪر.

وڃين ويسلو ڇو ڀڃي پل مٿي،
اها عمر تنهنجي اٿئي رهگذر.

ڪٿي طاق ڪسري، ڪٿي ڪيقباد،
ڪٿي رخش رستم، ڪٿي زال زر.

سليمان سڪندر ڪٿي تخت تاج،
ڪٿي شاهه محمود سلطان سنجر.

اجل جي دنيا باز بي اختيار،
رهيو ڪونه ڪو ڪنهنجو حيلو مڪر.

وڃي ون هڻ جي کي ميدان ڪر،
ڏسي ٿئي سير سرهو صفا سر بصر.

جي هوڏي غرض تان جڳان جڳ جيان،
ڦٽيءَ جي مثل پاڻ کي ڀٽ پٽر،

اهو پيءُ پيالو! ڇڏي نام ننگ،
جو نيڪي بدي ٿي اچن هڪ يڪ نظر.

خرابات اندر خودي خوب ڪاڻ،
ڇڏي ڇاڻ ڇني ڄجي ڇلي پو ڇپر.

انهيءَ لهر جي لڙ لٿي لک دنيا،
نه تارو ثريا تک ويا تحت ثري.

خودي خود پرستيءَ هستي هڻ،
اهي چور چارئي ٻڌي ڪڍ ٻهر.

ڍڳي ڪاغذيءَ تي رکي پروس،
ته هي هٿ هلائين مٿي ڪن ڪپر.

مڙئي موڙ مڪڙي انهيءَ آر تان،
ٻوڙي ٻار ۾ دنيا لڪين لس لهر.

تون موروَن مسافرُ نہ مَرکب نہ مال،
بيابان وچ ۾ بندو بهي ثمر.
گهورؤ بار توتي ۽ منزل پري،
وسيٖن نآهه وچ ۾ تڏهن ڙيان ڏرر.

## مناجات

يا علي (رضہ) باري ڏيئي عاجز سندي سڻ اِلتجا،
واسطي آلله جي، ڏي مدد يا مُشکلکُشا.
ڪڏ پئي پاڙون بلا هن اژدها آفات کي،
سنڌ ساريءَ مان محابي مير محمّد (صلعم) مُصطفيٰ.
ٽرَ ڙهتان طاعونَ ۽ افسوس آندوه و مَلالُ،
صحت جي سچ جو سهائو جلوه گر ڙئي جا بجا.
ڪرم خطائون بخش خاوند ڏوهه اگيان ۽ پويان،
هن مرض کان مَحضر معافيءَ جو عنايت ٿئي عطا.
پنجتن جي نانءُ هيءُ مصريءَ جهي مَن جي مُدعا،
يَا اِلاهَ الُعالَمينُ ڪر مُستجَب هٰذا دعا.

بسم الله الرّحمٰن الرّحيم

يا محمّد ﷺ مير مرسل ثانءُ مولي جي نهار
واسطي حيدر علي المرتضيٰ جي مُند ڏيکار
يا شَفِيع المُذنبين پنهين جڳن جا بادشاهه
ڏس حالُ حَسن حُسين لڳ هادي حقيرَ جو ڙهيڪوار

عصيان صدقو امام زين العابدين جي بخش تون
ڪر مدايون معاف آچي آوڪيءَ منجهان عربي اڪار
باقر و جعفر امام جي ٻهر مون بدڪار ڪي
ڪز عطا امداد احمد چام سواليءَ وات وار.
موسيٰ ڪاظم جي منهنجي دل ۾ هوئي حُب هر زمان
ٿنهنجي سڪ جي سيد سرڪي صفا پرتون پيار
شوق ۾ شاهه خراسان جي منهنجي مجيو مڙڻي
سر سبز ٿي نڪرن مرادون مثل سبزي بار بار.
تقيءَ جي تهدل طلب ۾ هوئي هينئڙو مون سندو
سرخرو ثابت قدم برجائي بوپا برقرار
نظر ۾ نافع نقيءَ جي نا اميدي ناهه ڪا،
ڪوتين جا ڪروڙين ڪوڙتين آهين اِت اميدوار
عسڪري مهديءَ محابي تو مڱي مصري مداح
جام محبت جو ڏيئي جانب جڏو جيئڙو جيار.

# مدح

بسم الله الرحمن الرحيم
نحمده ونصلي على رسوله الكريم

مٺا مير محمد ﷺ مدد ماڙ ڪر - مٺا مير مرسل مدد ماڙ ڪر.

١- آڳي عزّ اوهانجو ڪيو اعليٰ عظيم،
مڙن مرسلن منجهه مولي الڪريم
ٻرائي رسولان رهبر رحيم،
مٺا مير محمد ﷺ مدد ماڙ ڪر.

۲- ڪهين ڪل تـــي قـادر قسيم النعيم،
تـــون مُختيار مَهدي مـولي مستقيم،
مقامــات مـــٿانـي جـو محرم مقيم،
مٺا مير محمد ﷺ مدد ماڙ ڪر.

۳- اڳهين آدمُون نـور اظـهار ٿئين،
تون صورت صفت سڀ جو سردار ٿئين،
مـرتبي ۾ مـختار مهندار ٿئين،
مٺا مير محمد ﷺ مدد ماڙ ڪر.

۴- معلي مٿـي عـرش معراج ڪيو ڏي،
بَشر خَلق سُبحان سرتاج ڪيو ئي،
رسولـن مٿي رهنما راج ڪيو ئي،
مٺا مير محمد ﷺ مدد ماڙ ڪر.

۵- شفيع المذنبين تـون شـق القمر،
خـدا جـو دُلـل خاص خير البشر،
رَبـــي راھ جـو رهـنما راهبر،
مٺا مير محمد ﷺ مدد ماڙ ڪر.

۶- لقب خـاص لـولاڪ لائق لطيف،
تون هادي هدايت سَندو حق حريف،
شفاعـــت شهنشاھ شافـع شريف،
مٺا مير محمد ﷺ مدد ماڙ ڪر

۷- آهين نـُـور نرمـل تون نافع نجيب،
عنايت ابـــر عـيـــن اڪمل عجيب،
بهرحـــال همدم سندو حـــق حبيب،
مٺا مير محمد ﷺ مدد ماڙ ڪر.

۸- تُنهنجي نُورَ روشن ٿيي جڳ ڪيا،
پــدر پــرتـوا تنهنجا پـار ٿيا،
انـدر ٿير اظـهـار عـالَم رِٿيا،
مٺا مير محمد ﷺ مدد ماڙ ڪر.

٩- عيسيٰ ع، نوح ع، ادريس ع، آدم ع، اِڀر،
ڪِ هارون ع، موسيٰ ع، و يوسف ع، خضر ع،
اي مرسل ڏِنهنجي مهر جا منتظر،
مٺا مير محمّد ﷺ مدد ماڙ ڪر.

١٠- تون سلطان سڀني نبين ِسندو،
سُليمان ع، دائود ع، بردو بندو،
ِجتهي جاء جاروب قيصر ڪندو،
مٺا مير محمّد ﷺ مدد ماڙ ڪر.

١١- علم اولين جو تون عالم عِلمُ،
شريعت طريقت حقيقت حِلمُ،
معرفت جو مُربّي خليلن ختم،
مٺا مير محمّد ﷺ مدد ماڙ ڪر.

١٢- تون آهين پيشوا ڪل پيغمبر سندو،
مُهت تيوء مٺا مير محشر سندو،
دنيا ڏٺي دين داور سندو،
مٺا مير محمّد ﷺ مدد ماڙ ڪر.

١٣- تون آخر اول آهين عاليٰ جناب،
منور مڙن مرسلن ماهتاب،
بہ فغفور خاقان ٿيا فيضياب،
مٺا مير محمد ﷺ مدد ماڙ ڪر.

١٤- بہ توريت زبور انجيل آهه،
فهم فيض فرقان بفضل فتاح
ايڏو عزّ اعليٰ اوهانجو ڪيو الله،
مٺا مير محمد ﷺ مدد ماڙ ڪر.

١٥- ڪئي ظاهر تنهنجي نور ذاتي صِفات،
قدم تنهنجي قائم ڪئي ڪائنات،
ِٿي وحدت بہ ڪثرت ثبوتي ثبات،
مٺا مير محمد ﷺ مدد ماڙ ڪر.

١٦- تون اسرار ربانيءَ جو عالم عليم،
فياض زمان فيض فضل العظيم،
صراطُ الهُدىٰ منبع المستقيم،
مٺا مير محمد ﷺ مدد ماڙ ڪر.

١٧- تون گلبن گرامي وفا باغ جو،
چراغ دل اهل آفراغ جو،
الاهي احڪام ابلاغ جو،
مٺا مير محمد ﷺ مدد ماڙ ڪر.

١٨- بهر الاهي سميع و بصير،
منهنجا ڏوهه بخشين صغير و ڪبير،
تون عاصين جو آهين ڏوجڳ دستگير،
مٺا مير محمد ﷺ مدد ماڙ ڪر.

١٩- صحابي علي مرتضيٰ شاهه جي،
منهنجي واهه ڪر وات الله جي،
ڪر سائل سنئون طرف(١) الله جي،
مٺا مير محمد ﷺ مدد ماڙ ڪر.

٢٠- بہ حق، حَسَن مجتبيٰ خون، جگر،
تون مشڪل ڪُشا ٿي منهنجي ماڙ ڪر،
رک سدا سرخرو آبرُو سر بسر،
مٺا مير محمد ﷺ مدد ماڙ ڪر.

٣١- بہ حرمت شهنشاهه شبير جهي،
خزاني منجهان خير جي رزق ڏي،
هي مسڪينُ محتاج ڪنهن جو نہ ٿئي،
مٺا مير محمد ﷺ مدد ماڙ ڪر.

---

(١) هي پڙهڻي اصل نسخو- "سنئين راهه جي"

٢٢- مون ڏي محبت نون عابد سندي،
زياده ذڪر ذوق منجھ زندگي،
ڪڍي غير غفلت گناھ گندگي،
مٺا مير محمد ﷺ مدد ساز ڪر.

٢٣- ڳهري خير خيرالنّساء کان گدا،
پلؤ پُر ڪمو اچن سائل سدا،
منهنجو عرض آهي اهو ڏي احمدا،
مٺا مير محمد ﷺ مدد ساز ڪر.

٢۴- ٻي ٻَها باقر بهادر دريا دين جو،
سرو خوش خرامان مذنبين جو،
گُل باغ بُستانُ فرحمن جو،
مٺا مير محمد ﷺ مدد ساز ڪر.

٢٥- هوئي جعفرء صادق جي حُب هر زمان،
مٿي پيرويءَ تنهنجي پورو رهان،
محمّد(صه)مٿي ڪلمون(١)قلبؤن ڪهان،
مٺا مير محمد ﷺ مدد ساز ڪر.

٢٦- هئي قرب ڪاظم جي سڪ ساھ کي،
اهو ڏي عرض آھ منهنجو الله کي،
رَهنُما تون ڪر راھ ٻي راھ کي،
مٺا مير محمد ﷺ مدد ساز ڪر.

٢٧- هُوان موسي رضا جو ڪلاين ڪلاب،
اگهائي اهو عرض عالي جناب،
سوالي‌ءَ کي سڌ سان سگهو رس شتابُ،
مٺا مير محمد ﷺ مدد ساز ڪر.

(١) ٻي ٻڙهي نسخوق "ڪوڏون"

٢٨- ڪيو تقويٰ نقيءَ جي تجلي طلوع،
ڪيو روح الامين جنھ مان (١) رنگين روءِ،
ٿيا ماڻھو ملائڪ مڙيئي مشڪ بوءِ،
مٺا مير محمد ﷺ مدد ماڙ ڪر.

٢٩- نقيءَ عسڪري ڪيو نمودار دين،
بہ حلم و ھدايت بہ حق اليقين،
تن جرمن خطا کان رکين راحمينَ،
مٺا مير محمد ﷺ مدد ماڙ ڪر.

٣٠- خضر وار ڏيکار مهدي امام،
اھو سوال سائل سندو صبح و شام
ڇٺي سيد جي جڳ صلواتون سلام،
مٺا مير محمد ﷺ مدد ماڙ ڪر.

٣١- مڱهي مان مصري سو (٢) ڏاتار ڏي،
ڪيم ڪم ڪچا جرم عصيانَ جهي،
تون بخشهي بندن ڏوھ بخشائهي ڏي،
مٺا مير محمد ﷺ مدد ماڙ ڪر.

---

(١) ٻي پڙھڻي نسخوق "روح"
(٢) ٻي پڙھڻي اصل نسخو- "عطا عفو ٿئي"
ٻي پڙھڻي نسخوق "امداد ٿئي"

(روايت محمد ھاشم ٻانڊو کان)

# مثنوي بي نقط پارسي

دلا در سر الا الله اسرار

اگر آگاه کس گردد درو دار.

اورا لامرک محصل دار کردد

دو عالم ملک درهر کار کردن.

دهد درد او داور لعل اولا

دوده همراه درهو حال اولا.

نه واحد المدد درسه کل حال

الا الامداد اعلي والو صال.

وصال اوکه دل لا وهم دارد

علي کل عدو راه رحم دارد.

---

# سر پورب

## داستان اول

### (۱)

پهرئين ڏينهن پَهي، سامين سفر چتائيو،
آئي آلوهيت ۾ "مصري"، جوڳين جاءِ هئي،
وحدت جي ولايت ڏي ويا ويراڳي وهي،
تن مهيسين "مصري" چئي، ڪئو سوجهي رام سهي،
ڪُنو تيا ڪهي، پُريا پُورب پار ڏي

### (۲)

ٻئي ڏينهن هنيو (۱) پاڻ، جوڳيڙن جبروت ۾،
ناسوتي نافذ تيا، پيا چڙي پانڌاڻ،
ملڪوتان "مصري" چئي، ماڻيائون محبت ماڻ،
"ترڪ الدنيا راس ڪل عبادة" هنئي لاهوتين لاڻ،
جاٽي چڙي جاڻ، پُريا پورب پار ڏي.

### (۳)

ٽئين ڏينهن تڪاٽا، ڪانڻي خوديءَ جا هليا،
"العشق نار الله" نهوڙي ڪيا تانگا نماٽا،
ٻاري ٻيائيءَ کي ٿيا حقيقت هاٽا،
"حب الدنيا راس ڪل خطيئة" اٿين ٻُرجهيائون پاٽا،
ڏاڏائيا ڏور تيا، تن نڪي ناناٽا،
سي مهيسي "مصري" چئي ونن ويگاٽا،
لالچ چڙي لوڪ جي وجي 'لا' ۾ لڪاٽا،
سامي سياٽا، پُريا پُورب پار ڏي.

(۱) ٻي ٻڙهئي نسخوق "هنيا"

(۴)

چوٿين ڏينهن ڇَپ راس، آهي آلڪ اوڏو اُنِ کي
گورکَ ڪارڻ گودڙيا، پيا وڏي وهم وياس،
پَروڙيائون پرينءَ کي بُوهہ سُڃاڻي باس،
اِيءَ رمز وڃي راس، پُريا پُوربَ پار ڏي.

(۵)

پنجين ڏينهن پيا، پُنيءَ پَهَم پرين جي،
دو بيناڻي دُور ڪري وحدت مَنجهہ ويا،
"لَا تَحرِڪُ ذَرّۃٍ اِلّا بِاِذنِ الله" رهتي ثوءِ هُئا،
پَڌا پولَ پرينَ جي، نانگا نينهن ٿيا،
"مصري" پيتين مَنَ ۾، ڪنان عَهدَ اِها،
چَڙهي پَنڌڻَ پيا، پُريا پُوربَ پار ڏي.

(٦)

ڇهين ڏينهن ڇُگِيرَ ٿيا، ساڃارا سُڌِ نات سين،
عَهدئون ڏني اوڏهين آديسين اَليرَ،
"ڪُلُّ شيءٍ يَرجِعُ اِلا آصلِهٖ" اِيُ پروڙيائون پيرَ،
سونهاري سُبحان جا سڃاتائون سيرَ،
چڙهي 'هوئڻ' واري هيرِ، پُريا پُورب پار ڏي.

(٧)

ستين ڏينهن سُڌيس ڪَشهي ڪَمرون مليا،
توڙان وڌائون تَنَ کي، توبه جي تڪبيرِ،
"يَا اَيُّهَا الَّذِيۡنَ اٰمَنُوۡا تُوبُوا اِلَي الله وَ تَوبَۃً النَّصُوحاً"
(تُرڪ تي تدبير،)

"مصري" چئي مجروح ٿيا، جت ڪي وجهي چير،
جوڳي جهانگير، پريا پورب پار ڏي.

## (۸)

آئين ڏينهن آنڪ جي، رڙهي لڌائون راهہ،
گهوري گورکنات تان صدقو ڪيائون ساهہ،
ري وسيلي واحد جي، ٻي نہ ويراڳين واهہ،
"مصري" چئي محبوب سين، ٿي مهليسي من خواهہ،
جائي هيڪڙ الله، پريا پورب پار ڏي.

## (۹)

نيوڙين ڏينهن نياز جو، کڻي لڌائون ڳهر،
هر ڪنهن هنڌ هنگلاج ٿيو، جيت ڪٿ نات نظر،
حق حقيقت حال جو سڃاڻائون سر،
"اِنَّ اللهَ وِتْرٌ يُحِبُّ الْوِتْرَ" ٻاري ٻيائيءَ جو ٻر،
بستي پاڻئي ٻٽ، پريا پورب پار ڏي.

## (۱۰)

ڏهين ڏهاڙي ڏيل ۾ جوڳين سري جات،
سڃاڻائون سيهين پريين وحدت سندي وات،
آندر آديسين جي آهر عشق آسات،
محبت جي "مصري" چئي، جت ۾ لاهائون چات،
ڪنڙ ڏيئي ڪات، پريا پورب پار ڏي.

## (۱۱)

ڪارهين ڏينهن قريب جي، هنڌ هنڌ پهچين هوهہ،
ٿيا رسيلا رحمان سين، راول رُوءِ ٻروهہ،

"مصري" چئي مُشڪَ جي تن بيراڳين ۾ بُوءِ،
ڇڏي خود پرستي خوءِ، پُريا پُورب پار ڏي.

## (١٢)

ٻارهين ڏينهن ٻاري، هليا گهر 'هُئن' جو،
ڪانيا خيالَ خُوديءَ جا سنياسين ساري،
"ڪُلُّ مَنْ عَلَيْهَا فَانٍ وَّ يَبْقَىٰ، آيا انهي اوتاري،
مالڪ مراد کي ڪُسي ڪيناري،
ورق سڀ واري، پُريا پُورب پار ڏي.

## (١٣)

تيرهين ڏينهن ترڪ، جوڳين ڏنو جان کي،
هت ڪيائون هنگلاج، ويا هيڪڙائي حَقَ،
وحدت جو وجود ۾ واريائون ورق،
نانگن وڏيو ناهہ لاڪين سندو تنهيءَ نڪ،
"لاَ مَقْصُودَ لَهُ فِي الدَّارَيْنِ اِلاَّ هُوَ" متهين مرڪ
اِيءَ پڙهي، صحيح سبق، پُريا پُورب پار ڏي.

# سُر پورب

## داستان ٻيون

## (١)

ڪاڻان ڪانگ قريب جي ڪنهياتا ڏي خبر،
تون پيغامي پريين جو دائم مٿي در،
واڻءِ آڏامي اوڏهين نڪري ڪان نظر،
پرهہ ٿئي پَرَ، اچي ويهہ اڪين قي.

## (۲)

ڪاتان ڪانگ قريب جا خبر ڏي خوشحال،
چڙهي منهن منهنجي قريب واڌائي وصال،
پکيڙا پرين جي، اچڻ جا احوال،
تہ منصب مڏيون مال گهر تڙ توتان گهوريان.

## (۳)

ڪا تان ڪانگ قريب جا خبر ڏي ڪري،
چڙهي وڻ وصال جي واڌائي وري،
سگها ملندا سپرين ڪ، ويندي مهند مري،
ايءَ ماهيت ماڻيري، چوٽ چڙهي چونگارتون.

## (۴)

ڪنڌيءَ ويهي ڪال تو جا ڪئي ڳالهڙي،
چوٽ چڙهي چانگار سي، واري ويڻ وصال،
منهن جو من ”مصري“ چئي موهيو تنهن مقال،
سچ ايندم شال، ٿيا سيباڳا سوڻ مون.

## (۵)

ڪر ڪنڌيءَ ويهي تو جا ڪئي ڳالهڙي،
سا چوٽ چڙهي چانگار تون وڻ سر ويهي،
منهن جي دل ”مصري“ چئي رمز انهيءَ ريهي،
ڏسي سي ڏيهي، لاهيان سُور سرير جا.

## (۶)

ڪان، ڪان، ڪرم ڪانگ متان خبر
پوئي ڪرن ڪي،
واڌائي وهال جي ٻول چڙهي ٻيڙانگ،

ايندا اگرڻ ڪڏهين سڄڻ ڪنڙي سانگ،
تن رجنهين جي تانگ سي ڏڙنا تو ڏيکار مون.

(٧)

ڪنياتا خير صلاح جي خبر ڏي ڪا خاص،
آئيو پهر عجيب جي اندر آڄ اداس،
ميڙائي محبوب رڄي تو م بوءِ بهاري باس،
لائي لعل لباس ڇو اڄ سيڻاڻ ايندا پرين.

(٨)

ڪانئ ڪانئ ڪانگ ڪري منهن م روجهه
مر ماڙ هوئين،
واڌايون وصال جون آهين گجهيون تو گري،
ڇو اولي ويهي عام ڪان حقيقت هري،
جيئن پڌر پوءِ نه پري، سپيربان جي گالهڙي.

(٩)

ڪينءَ ڪياڻتا خير هتان سڌ ڏي سماچار،
ڇو جيئن سڄڻين گوشي تي گفتار،
مون سان محبوبن جي پگي پرت پچار،
ڪئون اگهي للڪار، هتان خبر پوي ڪرن کي.

# سر رامڪلي

## داستان اول

### (١)

نمي ڪمي نات ڪي ڏنائون ڏوران،
ٻهتين پُورا ڪاپڙي، سامي سمُورا،
ساڻيئا "مصري" چئني پچي ٿيا پورا،
"مَنْ جَاءَ بِالْحَسَنَةِ فَلَهُ عَشْرُ أمْثَالِهَا"
آندائون آجورا،
حاصل حضوران ڪيائون ويڙ وصال جا.

### (٢)

نمي ڪمي نات ڪي ڏوران ڏنائون،
آلستي آذان ڪي سڻي سمجهيائون،
ڏوان نجهرا نانهن ۾ آئي آڏيائون،
مڙهي پوري ماٿ سين صاحب سوريائون،
"مَنْ لَهُ الْمَوْلي فَلَهُ الْكُلْ" پورب پوريائون،
ڪيي ڪڍيائون هو جو وڻ هنئين جو.

---

# سر ڪنيات

## داستان اول

(١)

ليڙا ڪير لڏيج ڪُٺ ۾ قربن سامهون،
چتائي ۾ چنڊ جي وڪون وڌ وجهيج،
سچا وڻ سر ڪنڌ جا چانگا چاهه چريج،
موڏ ۾ مُڪرائج تہ ڏکيءَ ملون ڏول ڪي.

(٢)

ليڙا وَهَج لڙُ ڪٺ ۾ قريبن سامهون،
آئي آهُر ۾ ڏيئن مُشڪ ڪتوري مُرَ؛
مڪرائي محبوب ڏانهن ڪجهو لاءِ ۾ ڪُرَ؛
"مصري" چئي مَڪُر ڦٽا ڪر تہ ڦل چرين.

(٣)

هل حبيبن سامهون لِيج ۾ تون ليڙا،
ڪَنڪ ۾، ڪاهه قريب ڏي آئُ آجهل آويڙا.
رَند پسيو رنگين گهٽو چڏ بر ۾ بکيڙا،
مجليسُون "مصري" چئي هُت محبوبن ميڙا،
پسنيءَ ٽيون پيڙا، هلي هوت حضور ۾.

(٤)

هل حبيبن سامهون ليڙا هڏ ۾ لِڄ،
رِهڪون چڏ ويران جيون، وِڳ جو وڏي رُڄ،
سُوڌو رهه سر واڻ سان پُسرَ سِين ڪيمر پرڄ
وڃ ۾ ونگيءَ وات سان، سنئين راهه سيرڄ؛
صُبح ملندين سڄ، هلي هوت حضور ۾.

(۵)

ڪُڇ قريبن ساهون ليڙا ڪيم لِڇڪ،
ڪِجَ مَ ڪربت ڪي ڏسي آڪن تي مَ اٽڪ،
تنهن تڪاٽي ڏڪ جت ڪَر قُل چرن ڪرها.

(۶)

جت ڪر قل چرن ڪرها، آئي ڪر اوطاق،
ڪٽڪ مَ ڪام قريب جي آسهَ آٿَ اولاڪ،
وحدت سندي ويءِ ۾ مور نہ پوي ماڪ،
جي حبيبن هيراڪ، سي ميا ڪائين مڪڙيون.

(۷)

ميا آٿ "مصري" چئي ڪائين ڪٽڻهار،
سبزا تون سپين پريہن ريهي مينهن ملهار،
هُل اٿي هيڪار رڏڪ مَ راهہ رنگين ۾.

(۸)

رڏڪَ مَ راهہ رنگين ۾ ڪٽڪ مَ تون ڪمزور،
برن منجهہ بهاريا، اليلاچي اتور،
گُل قُل گساهہ گسن تي پيٽڪن پٽا پور،
چڊ هتي جا هور، هل حبيبن ساهون.

(۹)

رڏڪَ مَ راهہ رنگين ۾ ڪٽڪ مَ جهلي ڪام،
توڪي ڏٿين ڏاريو، منزل ڪاٺ مدام،
آئي آهر تو ڏيان جاهہ جباتون جام،

بوتا چڏي بازيون هل هينئين جي هام،
نيندا توکي نقاش ۾ ڏيئي لعل لغام،
نالهي نبيءَ جام جيئن باک نہ ڦٽي ٻر ۾.

## (١٠)

رُڃ مَ راهہ رنگين ۾ ڪُنڊ مَ پسي ڪار،
پسيءَ ڏاڏاڻو پانهنجو ڪَرها ڪُر اُجار،
آڻي ان اليڪ تان رِجت وَ وهاڻي هار،
ڪيٽُ مَ ڏسي لاڻيون چڏ آڪن جي آر،
پُري ڪناءَ ٻرارڙ، مانجهيون "مصري" چئي.

## (١١)

ڪُنڊ مَ پسي ڪم ٻهہ مَ بيابان ۾،
رُڃ مَ راهہ رنگين ۾ ڪَرها ڪڻ قدم،
گُلَ چريو گيليون ڪدين وڏو ايءَ وهم،
ڏاگها ڪري ڏمُ نينده نيٺ نقاش ۾،

## (١٢)

ڪُنڊ مَ ڪڻ قدم رُڃ مَ راهہ رنگين ۾،
ڦڪا ڦُل ڦٽا ڪري دڳ ۾ ترس مَ دمُ،
"اَلدُّنيا جِيفَةٌ وَ طَالِبُهَا كِلَابٌ"(١) لائي
مٿي مَ لمُ،
هيءَ هڏو ۽ چم آخر ڦوٽ رِکيئن جو.

## (١٣)

ڪُنڊ مَ ڪاهہ ڪنوات رُڃ مَ واهہ رنگين ۾،
تہ پُوٺي پُرنگ پائيهين ٻانيون ڳتي ڳات،

(١) ٻي پڙهڻي نئون ڪتاب "قوت ڪتن جو"

پوندي پوئين رات جو سيرَ سُڄي تي سات،
ڏوڙا ڏرڪن بازيون ور اڙانگا وات،
بَنُس چمرُ ۽ چات، جيئن باک نه ڦٽي ٻرَ ۾

## (١٤)

ڪٽڪ ۾ ڪي ڪسرا رڏڪ ۾ رند پسي ڪيري،
چانگا چندن چارئين جام جيا تون جاھ،
منزل ڏي "مصري" چئي موڙ ۾ ڏون مڪراھ،
ليڙا تنهنجي لاھ سبزا تون سيئين پرئين.

## (١٥)

ڪٽڪ ۾ چڏ ڪسرَ، رڏڪ ۾ راھ رنگين ۾،
چڙي چيڪ چرڻ جا اڳيان آئي اٿر،
چانگا چيٽ چڪاس ڏون وات رونگي پيا ورَ،
منزل جو "مصري" چئي رڪ آڌو منجھ اندر،
ماگهين ڏوڪي مٿرَ پاڏائون پنڌن لئي.

## (١٦)

پاڏائون پنڌن لئي ڏوڪي سٿرَ لسيٽ،
پر يٽ منجھ پکيئڙا چانگا چوڏس چيٽ،
ويھ ۾ ان وڏڪار ۾ اتي چڏ اليت،
"مصري" چئي مذڪور جي مٿان پهين ڏڪائي ٽيٽ،
ڪوء ڪرو پن ڪيٽ، هل حبيبن سامهون.

(١٧)

پاتائــون پنڌن لڳي توکي لسٽ سپر،
هنڌي سوڙهون سنگهرون ناحق کوهہ نپر،
جُوء جڳهي جڙتر جائون، هل اتي هيڪڙ،
تہ دام متي دڙ؛ نت نت ناگيايون چرين.

## داستان بيون

# سر کنڀات

(١)

پرين پنيرو مَ وڃين سڄڻ هو ساٿهون،
آن پر آميدون، مون ڪميني ڪيتريون.

(٢)

پرين پنيرو مَ وڃين ساٿهون هوئن شال،
مون ڪميني ڪال، آن پر آسون ڪيتريون.

(٣)

پرين پنيرو مَ وڃين ساٿهون هو شب و روز،
جو سيني اندر سوز، سو ڏسڻ تنهنجي
ڏور ڪيو.

(٤)

پرين پنيرو مَ وڃين، رُوء هوئين ڏينهن رات،
تن مَن تنهنجي تات، آهہ آميد اکين جي.

(۵)

پرين پنهنجو مَ وڃين هو مقابل محبوب،
جي من اندر مڪتوب سڄڻ سڀ سڃاڻين.

(۶)

پرين پنهنجو مَ وڃين هو مقابل منٺار،
تہ بدين بيشمار، ڏول منهنجون ڏکئين.

(۷)

پرين پنهنجو مَ وڃين سڄڻ سامهون هوءِ،
تہ ڪٿن مَن پسي توءِ، لهي آج اکين جي.

(۸)

پرين پنهنجو مَ وڃين سامهون هو سڄڻ
تہ ڏسي مڙن ڏڄڻ، لڳي ڪام ڪرن کي.

(۹)

پرين پنهنجو مَ وڃين هو سامهون سدائين،
تہ پلپل پسائين، لڳي ڪام ڪرن کي.

(۱۰)

چئي چوڏس رَبنَ، تهڙا قدم قريب جا،
اوجر ارض سماءُ جو سونهن پريا ثقلين،
رهنما رَجنلين، "مصري" چئي محبوب جا.

## (١١)

چڙھي چوڏس تهڙا قدم قريب جا،
سج کان گھڻو سوجھرا اوجر ارض سماءُ،
رھبر راھنماءُ "مصري" چئي محبوب جا.

## (١٢)

چڙھي چوڏس رات، تهڙا قدم قريب جا،
پيشاني پرين جي پرھ ڦٽي پريات
سج کان گھڻو سوجھرو آوجر التقلات،
رفيع الدرجات دلبر داڙو دين جو.

---

# سر سارنگ

(١)

آئيون متان عرفات، ٻُرسيون بيت الله تي،
منهن مديني سامهون، ڪيائون ٻره ڦٽيءَ ٻريات،
مشرق مغرب وچ ۾، ڏي ٻيليءَ پت برسات،
”مصري“ محمد ﷺ جام تي پڙهه سڪ منجهان صلواة،
ڪئي آڳي عنايات، صَلُّوا عَلَيْهِ وَ اٰلِهٖ.

(٢)

آئيون متان عرفات، ٻرسيون بيت الله تي،
ڪيائون مُنهن مديني سامهون ڪرڻش ڪمالات،
روضي پاڪ رسول ﷺ جي رحمت ريلا رات،
سرلي سونهن شفيع جُي ڪيون پالوٽيون پريات،
مشرق مغرب وچ ۾ ڏي ٻيليءَ پت برسات،
آتر اوهيرا ڪيا، آڪمل عنايات،
ڏکڻ ٻريائون ڏينون ڏاتر مڪي ڏات،
وَمَا آرسَلْنَاڪ اِلاَّ رَحْمَةً لِّلْعٰلَمِيْنَ خوشتر خصالات،
رهبر رَبّ هلائيو رفيع الدّرجات،
”مصري“ محمد ﷺ جام تي پڙهه سڪ منجهان صَلٰوة،
حيدر حمايات يڳا ڪوٽ ڪُفّار جا.

(٣)

وسي ساري ڏڙهه ٻريائين (١) ڏينون،
سَرلي سونهن شفيع جي ڪيّون پالوٽيون پريات،
وٺو نُور نبيءَ (ﷺ) تي رحمت ريلا رات،
ڀڳا ڪوٽ ڪُفّار جا حيدر جي حَسنات،

مُجرمن مقبول ڪئي مولي مناجات،
صَلّو عَليه وَ آليه پڙهه سيّد تي صَلواة،
لتي تنگيءَ جي تات عالَم آسودو ٿيو.

(۴)

ساري رات وسي ڏڙه پريائين ڏنيون،
سارنگ چڙهيو سيج تي، تي سوپ سنديس سرسي،
مشرق مغرب وچ ۾ لوڏي کيائين لسي،
”لَا تَقنَطُوا مِن الرَّحمَةِ الله“ رحمت رَبّ رَسي،
ڏکاريا، سپ ڏيه مان وڃا گبر گسي،
پيسي پاءُ مکڻ جو آنَ آڏني سير اسي،
سچي مک سرير ۾ هڪ رَنل نٿي ترسي،
پيغمبر پاڪ پسي عالم آسودو ٿيو.

(۵)

وسي رات سچي، ڏڙه پريائين ڏنيون،
نوبت نبيءَ جام جي وڄرو تار وڄي،
ڏکارين جون ڏيه مان ويئون کريون سپ کڄي،
وڃا پائيمند پڄي، ”مصري“ چوي مُلڪ مان.

(۶)

عالم آسودو ٿيو کيون وَسون واه وَحيد،
بَرسي بوند بره جي، ويئي پڄي بُک بَعيد،
”لاَ تَقنَطُوا مِن الرَّحمَةِ الله“ ڏني رَبّ رسهد،
هجيئي هردم حُر شهيد، رحمت رب ڪريم جي.

(۷)

يَنـيـا بُونـد پچايـا، مينهن پچايس مـانگ،
كناري كـامـل رهبر، كـٽر قلهن جي ڏنگ،
اڏايـام عجيب لئہي، كـوڙئين پٽئين كـانگ،
آيـا اچ عيدون ٿيون، سڄڻ كري سـانگ،
اصل عاشقن كـي آهـي توكل توشو تانگ،
مٿي منجهہ "مصري" چٿي لڳي ڏكارڻ كي ڏانگ،
اروئيون اڙانگـ، لحـظي منجهہ لٿهـي ويا.

(۸)

رمينڊو مينهن ريچـائيو، سيـلو سنهيءَ بُوندَ،
مـوتين جهڙا مُنهـن م نُقطـا نُور نمود،
موكل كـي رمينهن كـي عالم جي آخُوندَ،
سرلـي سـج جهكا كيا آگـم عاد ثمودَ،
هٿي عليءَ شير عمودَ، يگا كوٽ كفار جا.

(۹)

بستر مينهن پچائيو، تـون كيئـن سُتين كاند،
لامـن كنوي وڄـڙي، آيـو پاڻي پكي پاند،
كوئل ٿي كوكون كري، "مصري" چوي مانجهاند،
آڏر آتـاهين جُهوپڙو، ركنوڻ نـہ سـهي كاند،
ويل نـہ كنهن ويساند سـورج صاف نہ ايري.

(۱۰)

عـالم آسـودو ٿيو، پريـن آيـو پرچي،
سارنگ چڙهيو سيج تـي، سونهن پريو سرچي،
پٽريـا تـل نـرايـون، اوهـيـرن آچي،

وَڻو مينهن وَڏڦڙو پيا ٻمڪ ٻچي،
جن کي سک سچي، تنکي آوَسر اوڏو نہ اچي.

(١١)

آڏر آتانهين؛ جهوپڙو پربون رنو پٽون رنيرَ رنهار،
پنکو پاڻي وچ ۾ چوکنڊين چوڏار،
امنگ آب اگوندرو، آئليو اجهل اپار،
بستر مينهن پيچايو جهومڪو ۽ جهالار،
رَمندي راج دَورا، سيلو ٻوند پيچائيو.

(١٢)

ساوڻ سرانديپ آگم عجيبن جي کيا،
مثل مينهن "مصري" چئي آهين لعل پرين لاريب،
ٻوندون بحر بره جوُن ٿيون جهلکن مٿي جيب،
ڪنول اکيون ڪامڻ جيون جنهن منجهه ڏاڍا فند فريب،
ڪنڦ ساڻ خجل ٿيون ڪنوٽيون ڏسي خيب،
پسايائين پازيب، لار لٿيندي وڇڙا.

(١٣)

ڪري بدل بهار آنر آن چڙهي آيو،
ڪارا ڪڪر ڪنڌرون چوطرف چوڌار،
سارنگ چڙهيو سيج تي سهسين ٿيا سڪار،
آنَ پاڻي ارزان ٿيو، ويا ڏرت ڏڪار،
وَٺا مينهن "مصري" چئي مَنَ لٿا سنجهار،
ٿيا ڪوڙين قلب قرار، پرين پرچائو ڪيو.

## (۱۴)

بدل بحر پري انران چڙهي آئيو،
وڄون اتر واءُ ني آئيون ڪنيرون ڪڪر ڪري،
قادر ڪيو قحط ڪي ضايع منجهه ذري،
مَن گهربا "مصري" چئي پلڪ مَ ٿئين پري،
جن ري ساعت ڪين سري، سي هينئڙي ۾ هُون پرين.

## (۱۵)

مولا محب ميلاءِ، آهون عالم جُون سڻي،
وڏي سگهه سچا ڏڻي، آگا توکي آهه،
آيريا جي آسون ڪري، سي سلڙا ڪيم سڪاءِ،
وجهي سگهه سائر ۾ مٿان مينهن وساءِ،
جي جِنين جا لسيڪڙو، سي تنين رب رَساءِ،
خالق خَرمَ ڪلام، مُحابي مرسل جي.

## (۱۶)

ڪڪر ڪانڌ نهار، ٿو ڪُهڙ ڪُجاڙيئان ڪوڙئين،
آگم اڄ الله ڪيا، وسندو وير و تار،
ڪارا ڪڪر ڪنيرون، اتران ٿيون اوپار،
وڄن واڏايون ڏنيون، "رَسي سند سڪار"،
پريون ٿل ترائيون، ڏڻ انوٺا ڏار،
ريلا رحمت پريا آئيا پڪي پار،
وَرَتون وڄڙا وار، منهنجا مينڊا مينهن پسائيا.

## (۱۷)

مينڊا مينهن پسائيا سانگ پني مالا،
وڄون وسڻ آئيون ڪيڏي چؤطرف چالا،

اوهيرن آڇون ڪيون، بدل چڙهيا بالا،
جن کي اوير آيالو ڪيو، سي ڪيا سانوڻ سيالا،
سال سڙيل ملڪ جا ٿيا مڇي ’متوالا،
اوچر احمد چام جي، ڪيا عالم اُجالا،
وڇوڙيلن ور پيتون وتون وصالا،
انشاء الله تعاليٰ، سڀڪنهن هنڌ سڪار ٿيو.

(۱۸)

واحد وسائينس، آهُون عالم جيون ’سٽي،
موڪل ٿئي مينهن کي، هڪ رِتل ’م‘ ترسائينس،
وسائي واڻن تي اوير آيائينس،
صاحب ساريءَ ”سنڌ“ تي بادل برسائينس،
برڪت وجهي بحر ۾ هر جا هلائينس،
هو جي ’سر‘ سُڪي ويا سي واري وهائينس،
پڪا پڪن سامهان اوري اڏائينس،
هون سدائين هتهين رَبّ تون رهائينس،
”مصري“ سلائينس ڪنڌ وانگر ڪير ۾.

(۱۹)

چڏڻ ڪيم چڏينس آهُون عالم جون ’سٽي،
اوطاقون عجيب جون اندر ’من‘ اڏينس،
پرين پرانهون نه وجهي صاحب رَبّ سڏينس،
اهڙيءَ گت گڏينس، جيئن سلا هونءِ ساهہ ۾.

# سر ڌناسري

## (١)

ڏُون پيرن سندو پادشاهہ ُتون پيرن سندي پت،
سنئين راهہ سونهائين سوڙهن ڏينئي مت،
ڏوهي تن ڪان ڏور ٿيا، جي تنهنجي ساٿ سنگت،
ڀلا ڀليءَ پت، مدد ٿيءَ "مصريءَ" جيءَ.

## (٢)

ٿُون پيرن سندو پادشاهہ ٿُون پيرن جو پناهہ،
هادي! حال حقير جو، آهي آن متي آگاهہ،
ميران مُريدن تي ڪر نوازش نگاهہ،
رهبر ڪرين راهہ-موڙهن ڪي "مصري" چوي.

## (٣)

ٿُون پيرن سندو پادشاهہ ٿُون پيرن جو پردار،
چوڏهن طبقين چاڪلو، مالڪ ۽ مختيار،
آظهر ارض سماءَ ۾ اعليٰ شان آپار،
پڌندن ڪي پانهُون ڏيئين موڙهن جو مهندار،
معاصي "مصري" چئي آءٌ تان عيب دار،
تڪ، تار، تکي تڪرار، وهلو ڪج واهرو؛

## (٤)

ميران شاهہ مدد ڪر "مصريءَ" جي ميان،
تو دلاسي دادلا آءٌ جيلاني جيان،
ڏني ڏک لهي وبا الڳ ٿيا عصيان،

مَن مريدن ناريا تنهنجي جُبھ هيٺان،
ٿياهيو تانءِ ٿيان جي نہر ڏانهن نهاريو

(٥)

ہنر ڏانهن نهاريو الله لڳ امير،
وڃن گوندر گذري تو دلاسي ڏير،
ارڳ سڀ عصيان ٿي ڪوڙئين لهن ڪبير،
متن مُرادون ہنيون رہڙ ہسي پسڻ پير،
جنّت تن جاگير جن منهن مُناري سامهان،

(٦)

ہنر ڏانهن نهاريو ڪري نرم نظر،
جن ڏنو تن ڏک ويا، داتا تنهنجو در،
وڃن گوندر گذري ڪامي مري ڪر.
"مصريءَ" ڪي محضر ڏي لڪائي لُطف جو،

(٧)

لڪائي لطف جو ڏي محضور "مصريءَ" ڪي
تہ وڃن مڙيئي معاف ٿي جُرم ڪِيم جي
مٿو مُنائين ناهہ ڪو ويا ليکي ڪان بہ لنگهي
داتا درشن ڏي محي الدين مريد ڪي.

(٨)

محي الدين مريد ڪي داتا ڏي درشن،
ڏسي تو ڏاتار ڪي پانڌي پُر ٿين،
دستار توني دين جو مڙني مذهبن،

آجا سي عصيان کان جي جتيءَ جاه ُچمن
توڙي ُڪفر ڪن ته پڻ دوزخ تن کان دور ٿيو.

# سر مارئي

## داستان اول

### (۱)

الست ارواحن کي جڏهن ڪيو حڪم حڪيم،
جَفَّ الْقَلَمُ بِمَا هُوَ كَائِنٌ توڙا ٿي تقسيم
"مصري" محمد ﷺ چاڪ ڪيو رهبر ربّ رحيم
ڏڌهن ڦاسايو فهيم مون منّ ماروءَ چام سين.

### (۲)

آلست ارواحن کي کي جڏهن جوڙيو ربّ جلال،
"قَالُوا" قرب ڪمال ٿيو "بَلٰى" مٿي بر حال
جَفَّ الْقَلَم بِمَا هُوَ كَائِنٌ خاصا ڪيت خيال،
سرتين ڏاران سومرا هيٺ ساعت پانئيان سال،
"مصري" سي مليرّ ويا جي هڙئم پائي حال،
واڏايون وصال مون ّمن ماروءَ چام سين.

### (۳)

الست ارواحن کي جڏهن پيدا ڪيو پرور،
"جَفَّ الْقَلَم بمَا هُوَ كَائِنٌ" ڪڙا قيد ڪثر،
سرتين سندا سومرا، سڪيا سانگ سفر،

سُون جهڙيون سَلير ۾، ويجهيون پاسي ور،
جن جا تاڪ ترن ۾، تن ڏوتين ڪهڙا ڏر،
ماڙين منجهہ "مصري" چئي ڪڏهن لهندم ڪر،
نت، تمت نيڪ نظر مُون مَن ماروءَ چام سين.

(٤)

الست ارواحن ڪي جڏهن راهہ ڪيو رحمان،
"جَفَّ الْقَلَمُ بِمَا هُوَ كَائِنٌ" تير تفاوت تا تم،
تو ڙائين تقدير جا نينهن يڳا نيشان،
اڪنڊ اباڻي پار جي منجهہ پريا ماڳ مڪان،
سرتين ۾ ساٿيهہ جا جيءَ اندر جولان،
"مصري" ماروءَ چام جا پانئيان بر بستان،
تر تر اندر ٿان مون مَن ماروءَ چام سين.

(٥)

اَلَسْتُ ارواحن ڪي جڏهن سمجهايو سميع،
جڙيائين جهانگيڙن سان مون مَن ڀيٽ پليءَ
جَفَّ اَلْقَلَمُ بِمَا هُوَ كَائِنٌ لِمهتي ڪونہ لکيءَ
قلم ڪُنْ فَيَڪُوْنَ جي هتي آندي هيءَ
ويڙهن پڪاويءَ مُون مَن ماروءَ چام سين.

(٦)

اَلَسْتُ آرواحن ڪي جڏهن هاديءَ هلايو،
قلم "ڪُنْ فَيَڪُوْنَ" جهي ڪي جو ڪمايو،
قلب منهنجو ڪوٽ ۾ قيد ڪنبايو،
اڪنڊ آباڻي، پار جي محشر مچايو،

قضا کي ڪريم جي ڪنهن روبرو نہ ورايو
"قُل لَّن يُّصِيبَنَا اِلَّا مَا كَتَبَ اللّٰهُ لَنَا هُوَ
مَولٰنَا" اوڏاهون آيو،
پوئين تنهن پايو مون من ماروءَ چام سين.

(۷)

اَلَستُ ارواحن کي جڏهن آگي ڪيو اظهار،
جَفَّ القَلَمُ بِمَا هُوَ كَائِنٌ نڪو تر تڪرار،
قلم قيد الماه جو الٰهي اختيار،
اڪنب ابائي پار جي چائي چاڻهار،
ميڙ بنده 'مصري' چئي سانگي رب ستار،
قائم قلب قرار مون مَن ماروءَ چام سين.

(۸)

اَلَستُ ارواحن کي جڏهن ڪيو اَمر اللّٰه،
ڪنڌي ڪنارو ڪونہ هو وحدت ري بي واهہ،
تڏهن سارياسو مُرا! سانگي منهن جي ساهہ،
ريهي روح رڱن کي ڏنا پهنوارن پاهہ،
ڇڻان (۱) ڇڙن کي ٽڪين چوڙيلن جا چاهہ،
ڪيا فضل فتاح، مون مَن ماروءَ چام سين.

(۹)

الست ارواحن کي جڏهن باري بيهاري،
هڪ جا هردو جهان هو قلزم ڪناري،
قلم ڪُن فَيَكُونُ جو روبرو تنو واري،

(۱) بي پڙهئي نسخہ، ڇتان ڇڙن ڪينڪي چوڙيلين جا چاهہ

سرتين ۾ سائيهہ کي تو سام سندم ساري.
ڏيکاريندو ڏيهہ ڏلي ويڙهيچا واري،
ماڙيءَ منجهہ "مصري" چئي ماريس مُونجهاري.
رويل نہ وساري مُون مسن ماروءَ چام سين.

## (١٠)

الست ارواحن کي جڏهن قائم ڪيو قدير،
قسمت قيد الماءَ جو زوراور زنجير،
ڀري، ٿري ڪينڪي ٿيڙ هڪو تقدير.
سيئي ساريم سومرا سرها جيئن سير،
ويڙهيچن وٽان ڪيا ٻر منجهہ ڪٺي ٻير،
ڪيو بندياڻي ٻند مان عمر چام آسير،
ٿرن ٿڌي هير مُون مٿان ماروءَ چام سين.

## (١١)

مُون مٿان ماروءَ چام سين جڙيو آهي جيءُ
قضا آنديس ڪوٽ ۾ قسمت قيد قويءُ
موکل ڏي تہ ماير وڃان راجا راضي ٿيءُ
تہ لهي سنگهارن سيءُ آڏو عمر چام جو.

## (١٢)

آڏو عمر چام جو لٿو لوڀارن،
سنبهي جي سانگ ويا سي پائرنت* پسجن،
واري واڳ وراڻيا وطن ويڙهيچن،
لَا تَقْنَطُو مِنْ رَّحْمَةِ اللّٰهِ آسون ٻاٽن،

* ٻي پڙهڻي نسخو گنج: "سنبهي جهي سانگ ويا سي پائرنت سُجن".

”مصري“ چئي ملير ۾ موٽيو ميڙا ڪن،
جهوپا جهانگيڙن واري اڏيا وڻن ۾.

## (١٣)

واري اڏيا وڻن ۾ ويڙهيچن وتان.
”فَاذْكُرُوْنِي اَذْكُرْكُمْ“ ابائن آهيان،
”مصري“* اڏيائون پاڻ نوان نجهرا ناهن ۾.

## (١٤)

نوان نجهرا ناهن ۾ اڏيا ابائن،
”اِذَا تَمَّ الْفَقْرُ فَهُوَ الله“ سَچ ۾ سانگ سندن،
پلر پوچ پياربان ڏڻ ڪي ڏنارن،
سچا ست سندن ٿوري قوت قراريا.

## وائي

مهين سانگ مُسانگ مون من مارو‌ءَ چام سين،
مون من مارو ئڙن سين.
١. ڪوڙيين لاءِ قريب جي ڪوٽ آڏايم ڪانگ،
مون من مارو ئڙن سين.
٢. جيئري ڳڏجان جيڏئين تَنَ مَنَ جن جي تانگهہ،
مون من مارو ئڙن سين.
٣. چيڙيم چَنِ چيلا ڪڍي لاڪي لوئي لانگ،
مون من مارو ئڙن سين.
٤. ڪَيِسَ پهنوارن پانهنجي ٻڌي آلستي ٻانگ،
مون من مارو ئڙن سين.
٥. ”مصري“ چوي ان ماڳ جي آڻ تڻ اَکنڊ اڙانگ،
مون من مارو ئڙن سين.

* پڙهيي: نسخ گنج پيري.

# داستان ٻيون

(١)

ڙوھُڪ جڳنين جي ويڙھ ۾ ڀونگا ڀر ڀڳن،
ٽوري قوت ٽرن ۾ ويٺائي ڙوھن،
سدا ٿنھنجي سومرا، ڪٽڪ ڀر ڪنبن،
ٿن مارئي ميڙ ميڙن، مُهت سان "مصري" چئي.

(٢)

ڙوھڪ جنين جي ويڙھ ۾ ڀونگا ڀڳن ڀر،
مُسونهين سدائين سُيج ۾ سانگي سيل سڌر،
رڱين لاڪ ڍون لوٺيون، اڏو هند آڀر،
آن جون قيد ڪنگاليون ڙءِ قصور مَ ڪر،
سا ٿون ميڙ سگهر، مهر ڪر "مصري" چوي.

(٣)

ڙوھڪ جنين جي ويڙھ ۾ ڀڳن ڀر ڀونگا،
صُمُ ڀڳڪُمُ بر ۾ گڏ رهن گونگا،
تنهنجون جلاٽون "مصري" چئي آهين ڏوٽيڙن ڏُونگها،
ڪوھ سون سندا سُونگا، ور سگها ساهيڙين جا.

(٤)

ڙوھڪ جنين جي ويڙھ ۾ ڀونگا ڀڳن پاس،
آن جا راڄ رهي ويا، ريلن اندر واس،
آڇا اوڇن آنڃا ڏوٽي سونهن ڏاس،
وطن منجهھ وسون ٿيون، وليون سُرهي واس،
هت ڀسيو هند حويليون هينڙو ڀوھ هراس،
آءٌ ڪُوڪڙ قوت ڪندياس، موڪل ڏي
"مصري" چوي.

(٥)

وهڪ جنهن جي ويڙه ۾ پنگا پٽن ڏانهن،
وڃيو ويرڪن وچ ۾ آڏيءَ پرين آنهن،
پوچ پيار پز پيهڙا جنين پنڌ پراهن،
سي(١) جهانگي جهنگين جهل ۾ جور پڌي جيلاهن،
اوءِ قضا وبل ڪريم جي قيدي ڪڍين ڪانهن،
منصف تي من مانهه موڪل ڏي "مصري" چئي.

(٦)

هن وس ولهرن ۾ ساميڙيون سُواهيون*،
اتو تا عيدون ئيون، آءُ آئي آرهيون،
ڦانگن جهليا ڦلڙا ڦوڪ مڪيون ڦرهيون،
ڪوڪڙ ۾ ڪُونڌير سان آن ڪوڌ پريون ڪرهيون،
لڳي لاکيون لوڏيون بوچ پٽن پرهيون،
مُهت سان مرهيون ماروءِ سين "مصري" چئي.

(٧)

هن وس ولهرن ۾ پرين جهليا پُور،
چنڊا چارين وچ ۾ تنبٽا منهجي تور،
مُون موڙي جا ملير ۾ متا هُت مذڪور،
ڪڙا لاهه قصور، موڪل ڏي "مصري" چئي.

(٨)

هن وس ولهرن ۾ سرها سي سنگهار،
ڏريو پائي ڍٽ تان آچو ندر آپار،

(١) هي پڙهڻي: نسخہ ق- سي جهانگي جهاپڻي جهل ۾ جور پڌي جيلانهن.
* هي پڙهڻي: نسخہ ق "سرهيون".

مُنگها، مکون، مکليون، چيڙ پٽڪا چوڏار،
آنبُ، لوهوڙا، لاٽيون، لنڊر، ٿوط ليار،
سيارج ساڏوهون ٽوپن ٽي ٽانکار،
عُمر الله آهار، آهه پڻ آئيني وچان.

(٩)

همن وس ولهرن ۾ ساڳ پکا ساوا،
پريا ٽل ترائيون کين ڏيهن کاوا،
اڇيو آڏترن ۾ رنيهن ٿا راوا،
جيڏين جهوپا جوڙيا، پٽ وجهي پاوا،
سٿا کوڙيو سرتيون کن جشن ۾ جاوا،
ڏٺن پٽين ڀاوا، ماروڙا "مصري" چئي.

(١٠)

ٿيا ڍامن ڍڪيون ڍيمر ڍڪي ڍڪي،
پرڙ، پچڙي، پترون کين سرتيون سيڻي،
جن قوت ککائون سومرا تن قحط کل کيھي،
مي پاڙير ويا پيھي، فاقو فرحت جي جو.

(١١)

اڇا اوڇڻ (١) آن جا سانگين سونهن سهج،
کنڊا کارڻ قوت جي روڙي کيائون رج
عيب ايلاچا ان کي لوئي وڏي لڄ،
ڏوتي کري ڏڄ، ميهري مشڪان اگهري.

(١) هي پڙهڻي: نسخه ق- اوچڻ

## (١٢)

ميري مُشڪان اڳري سري تن سڪاج،
ڪرڻ ڪندا ۽ کهري کهڄڻ سندن ڪاج،
آنِجا آڏ ٿرن ۾ رهي وڃنا راج،
لوئيءَ وڏي لاج ڪتل وٽ ڪتيءَ جي.

## (١٣)

ڪتل وٽ ڪتيءَ جي پرم پليري پال،
ابريشم ڪان اڳري، لينگڙ پاري لال،
ٿني تنهن جي تهہ ۾ ڪوڪڙ آنديسم ڪال،
تنهن ٻرالئيءَ جي ٻاند ۾ چڱيون چنڊس چال،
آهي ڪُهني قُرب ڪمال، ڪتي ڪاتڙ ڏيهہ جي.

## (١٤)

ٻيريون ڪيريون ٻاڙيون ڦوڳيون ڦُلاريون،
ٻيهون پر ٻونگن جي ٿهڪي ٽاڪاريون،
ڪونيٽ، ڪرڙ، ڪڪوريا ڏوترن جون ڏاريون،
ٻڪن منجهہ ٻهنوار جي اڄ ٻُسيون ٻالاريون،
تنهنجي محلن "مصري" چٽي چام پليون چاريون،
سي ٿي سون ساريون ٻيريون ڪيريون ٻاڙيون.

## (١٥)

ٻيريون ڪيريون ٻاڙيون جت ٽانڪاريون ٿُوهہ،
ڦانگون ڦوڳ ڦلاريا ٻُوانگر جهاي ٻُوهہ،
ڪاڏا ڪيت سچيت سان رَچيي منهنجي رُوح،
سنجيئم سائيهن سان جي ڪلي ڪارا ڪوهہ،
سي ساريان منجهہ صُبوح ٻيريون ڪيريون ٻاڙيون.

(١٦)

ٻيريون ڪيريون ٻائريون جن جا ڏونرا ٻسيون ڏاجَ،
ڳاڳيون ڳل ڳچيءَ ۾ سُرها سُونهن ساجَ،
تن چارين منجهه چَتَرين جا رُوح رَچندا راڄ،
ڪيجڙ سندن ڪاڄ، ڪندين هيٺ قراريا.

(١٧)

ٻيريون ڪيريون ٻائريون جت جهونا گهاٽ،
لال لوهيڙا ڳپيا ڳاڳن پيريا ڳات،
وُلا مينهن "مصري" چئي چَتَن پيئي چات،
آهيم اَج اُسات وجهه اَنهيءَ ويڙهه جي.

(١٨)

ٻيريون ڪيريون ٻائريون جت ميٺيون موراڙيون
منگها، منڪون، مکڻيون، لاٽيون، لياريون،
نوٽن ۾ نگهلي، ٻيٺون لهڪي ٿاڪاريون،
سيئي سُون ساريون، موڪل ڏي "مصري" چئي.

(١٩)

ويڙهيون وسرن ڪينڪي ڏينهن ۽ ڏهريون،
سُون جيئڻ ون ملير سرهيون سيئي،
ورونهن ڪن ورن سان واريءَ منجهه وٺي،
ٻڪري آن پيهي قِصا ڪندين ڪوٽ جا.

(٢٠)

وڏڙهيون وسرن ڪينڪي ڏيهي ۽ ڏهريون،
ڀتيون ساٿان ڀهنواريون ڀتن تي ڀريون،
گهرا گاهہ گتن تي لٽب، مٺي لهريون،
مون جيڏيون "مصري" چئي ٿرن ۾ ٺهريون،
مي ڪين ٿين کهريون جن قوت ڪڪائون سومرا،

(٢١)

جن قوت ڪڪائون سومرا تن قحط ڪل ڪيهي،
وڻنا ميهن "مصري" چئي ٻه ٻڪر ڏيهي،
ڪنڌن هيٺ قراريا ڏو ٿيٿڙا ڏيهي،
جيهي جي تهي تہ آئن سان آءان* "تون".

(٢٢)

آئن سان آءان مون آجي ڪري ايئن،
تہ وڃان سڱو سامهين جتان آنديءِ جيئن،
پيان پس پهنوار سين ٿڪون ڏيئي ٽيئن،
ڪڇو لاهيان ڪُر ڪي هتي ويهي هيئن،
تہ مُرڪيءِ هٿ "مصري" چئي ڪريان مٿانهون ڪيئن،
هت لحظو لمح سين*، روبهون ورهيہ ڀئيان.

(٢٣)

ويهون ورهين ڀانئيان ساعت مثل سال،
اڃا ابائن سان ڪوڪڙ چوندي ڪال،

---

* ٻي پڙهڻي: نسخو ڪنج، * مون.

سونھن سيج سنگهاريون لوئيون ستن لال،
آڏُ ترن ۽ اڏيا تن پيھيون ٻڪا پال،
مارن منجهہ "مصري" چئي متدي ناھہ مقال،
اوبر وتن برحان، آجهي اوٽ الله جي.

## (۲۴)

آجهي اوٽ الله جي تن ڪوتن ڪيهي ڪل،
توڙڻون توڪل(۱) تُرهو اولو آتر جهل،
ماڙين محلاتن جي آهي پنھوارن کي پل،
سونهن سداٿين سيج ۽ ٻري ٻي خلل،
اوچتن چاٿن ڪينڪي ويچارا ول چل،
موڪل ڏي "مصري" چئي، چڏي ارڙا ۽ اڙول،
ورڪتيون خُوب ڪتل ڪوهہ سالون تُنهنجون سومرا.

## (۲۵)

ڪوهہ سالون تنهنجون سومرا محلاتون ۽ ماڳ،
مَربن تني نہ متايان سرھا سائيہ ساڳ،
وطن منجهہ وسيهن(۲) تي اويڙ تر اجهاڳ،
ڪهہ ڪاڏونبا ڪائيو ڪن چوڙيليون چاڳ،
آن جا صاحب سپ سچا ڪيا ستر سيل سُهاڳ،
مارن جا "مصري" چئي لاٿا اُلر لاڳ،
ٻلا تنين ٻاڳ جي ٻيڙيون ٻتارن سين.

---

(۱) تڪيو. نسخہ ق: اڙهٽي،
(۲) وسوون ٿيون. نسخہ ق: ٻي ٻڙهٽي،

## وائي

چانگون چوڪاري آيا آڏ ٿرن ۾،
آيا آڏ ٿرن ۾ ......

١. ڪاٽين ڪيہ ڪاتونبڙا پٽسيون ٻالاري،
آيا آڏ ٿرن ۾ ... ....

٢. ٻهون پيارين پانهنجون ججهي جالاري،
آيا آڏ ٿرن ۾ ......

٣. ٻيٺڪ آن ٻرن ۾ وهڪرن وسڪاري،
آيا آڏ ٿرن ۾ ......

٤. اوير ٿر آتي ويا چوماسو چاري،
آيا آڏ ٿرن ۾ ......

٥. سندو ماروءَ مامرو مونکي ٿو ماري،
آيا آڏ ٿرن ۾ ......

٦. ماڙين جي "مصري" چئي ماريس مونجهاري،
آيا آڏ ٿرن ۾ ......

# داستان ٽيون

## (۱)

جڏهن ڪنوڻ ڪنوايو ڪيوڻ تي، ٽيون ساهيڙيون سرهيون،
آڻهي عيدون ان ۾ آڻ آڻهي آرهيون،
ونديو پيئن ويڙهه ۾ ٻاڪريون ٻرهيون،
موڙي ڏٽ "مصري" چئي آن ڪوڏ پريون ڪرهيون،
ڪي ڳالهڙيون ڳرهيون مون آن سين آڏ ترن ۾.

## (۲)

جڏهن ڪنون ڪنوايو ڪوڻ تي تم مرها ٿيا سنگهار،
ڏُريو ٻالي ڏٽ تسان، اڇو نيرُ آٻار،
تليون مڙيئي تار تمون پلڙ پر ٻا ٻار،
ڏٽ انهيءَ ڏيهه جو تا ٻالارين ٻنهوار،
آوندا اچل عمر ڪرم آن سين.

## (۳)

الماش اوڏين ڪينڪي هو لوڻين وارا لوڪ،
ٻهرينءَ وس ٻنهواريون ڪائين مريڙا موڪ،
قوت ڪڪائون قيمتي تر پاليرا توڪ،
سدا سنگهارن جي جهنگن ٻاسي جهوڪ،
راجا چڏي روڪ، موڪل ڏي "مصري" چئي.

## (۴)

ٻهرينءَ وس ٻهنواريون مريڙا موڙين،
مٺيءَ مڪ مجر چارتا گل روڙين،
آئيو آڏ ترن ۾ چانگڙيون چوڙهن،
ورن سان ووڙين وڏهو ولهرن وچ ۾.

## (۵)

وڌهو ولهرن وچ ۾ ڪن ورن وٽ ورونهن،
سهسين سڄ جهڪا ڪيا سا ڪا سنڌين سونهن،
ڦن سرتين جا سرڙ ۾ دم دم ڏکن ڏونهن،
پيسو ٽٽن پرونهن تنهنجون محلاتون "مصوي" چئي.

## (۶)

پهرڻ وس پتن ۾، ٿيا گهم گهنڌير،
سٽا* ڪيريون سرتيون، مرڪن منجهه ملير،
گهر ڪتيرن ڪير، آئن مينهن اگوندرا.

## وائي

سڌ منهنجي ساڪينهن ڪوٺن ۾ ڪڏهن ڪانهه ڪيي،
سڌ منهنجي سانگيڙن ڪوٺن ۾ ڪڏهن ڪانهه ڪي.

۱. لڌا جيڪس لوهه ۾ لاٿا لوبارن،
ڪوٺن ۾ ڪڏهن ڪانهه ڪي.

۲. وڃي سٽا ويڙهه ۾ ڏيئي پر پٽن،
ڪوٺن ۾ ڪڏهن ڪانهه ڪي.

۳. ڪٿنا کوس ڪنڌين ۾ ٻڌا سيٽ سڙن،
ڪوٺن ۾ ڪڏهن ڪانهه ڪي.

۴. سنجي سائيڪن ٿي ڳوسي ويا گهرن،
ڪوٺن ۾ ڪڏهن ڪانهه ڪي.

۵. اوسا آنهن آنهن جا برهه ٿا پسڄن
ڪوٺن ۾ ڪڏهن ڪانهه ڪي.

۶. چانگون چيلاڻن جون تسيارون ترسن،
ڪوٺن ۾ ڪڏهن ڪانهه ڪي.

۷. مينهن مند "مصري" چئي موٽي مانَ ميلن،
ڪوٺن ۾ ڪڏهن ڪانهه ڪي.

---

* ٻي پڙهڻي، نسخو گنج: "سٽا ٽيڙيون".

# داستان چوٿون

(١)

وهـن واڇوٽو جن جو تـن سانگين کهڙي سـوڙ*،
ميڻي مَنَ ميچر جـي کن رهـلـن انـدر روڙ،
"وَ مَنْ يَتَوَکّلْ عَلَي اللّٰهِ" توکل نـوشـو روڙَ،
جهنگل اڏيـا جـهـوپـڙا، جيـڏيـن پلـيءَ جـوڙ،
وهـو والـهـرن ۾ کـن ورن وٽَ رلـوڙ،
جن جـي ويڙهہ وٺن سان وَوڙ، سي جهانگي جهلج کينکي.

(٢)

جهانگهي جهلج کيمُ کيي جن جون جهوکون جهنگن ڏانهن،
ٿـا پـوچ پيٺاريـن ڀهيڙا، آڏيءَ پـريـو آنـهـن،
اُڀي ٿُنهنجهي اڏيـا، اُن پـکـا نـيـڻـي پـرانـهـن،
راجا ٿُنهنجهي رنج جيي، ڪنهن در ڏيـنـدا دانـهـن،
وُٺي جن ويهانءَ، سـي جهانگي جهلج کيـمُ کي.

(٣)

جهانگي جهلج کيمُ کي، جن جون جهوکون جهگن منجهہ،
اُڀي کـان عـمـر جـي ڏيـل وڏائـون ڏنجهہ،
هيڻن نـہ هلندئي هـيـتـرا، سيتم سـيـائـي سَنجهہ،
جن جي هڙ نکـي کـيي هنج، سي جهانگي جهلج کيمَ کيى.

(٤)

جهانگي جهـلـج کيـمکي، جن جي جهنگن ڀاسي جهوک،
پرهين پـتـولا کينکي، اوهہ لـونـيءَ وارا لـوک،
سـدا سانگـيـن سـومـرا، ٿـو پـلـيـرا ٿـوک،
جي مـهـيُـون پيڻن مـوک، سي جهانگي جهلج کيمکي.

---

*وڙ بمعني تنگي.

## (٥)

جهانگي جهلج ڪيڪي، جي دڇن ڏاڍي ڏاهُه،
انهي پهر اندر ۾، آن ڪي آڏو آهه،
ماروئڙا "مصري" چئي، تا ڏڪن ٿنهنجي ڏاهه،
ستم جو سڌ سومرا لوبارن تان لاهه،
عمر لڳ الله، جهانگي جهلج ڪيم ڪي.

## (٦)

جهانگي جهلج ڪيم ڪي، جن جون جهوڪون منجهه جهنگن،
وتن وڇارا ويڙهه ۾ ويڙهيا منجهه ولهن،
ڏوٿيئڙا ان ڏيهه ۾ تا ڏاهه تنهنجي ڏڪن،
ماروئڙا "مصري" چئي، تا ڪاج ڪتونبا ڪن،
جي چانور ڪين چکن، سي جهانگي جهلج ڪيم ڪي.

## (٧)

جهانگي جهلج ڪيم ڪي، جن جون جهوڪون اندر جهنگ،
سرتيون سانگيئڙون جا سدا سُرها سنگ،
سون جيڏيون ملير ۾ ڪن رڃان رانديون رنگ،
ظالم زور ڪئيو اچين زابر وجهيو زنگ،
آهن وس الله جي، اڳيان پوپان انگ،
وڏا مون ولين جيئن، پاپائن سان پنگ
ڏوٿيئڙا ڏکائيا، تنهن جي ڏمر ڏنگ،
قسمت قيد قوي جا تالو پڏن تنگ،
نر سچائي ننگ، جهانگي جهلج ڪيم ڪي.

## (٨)

جهانگي جهلج ڪيم ڪي، جن جا جهنگن منجهه جنسار،
پنائر پساڏي آئيا پکهر پير پنهوار،

ساڪِـهُ ڪنوربان اڳـري جـنـدن جوت جهارَ،
هڪ تسلي تـن ڪـي هيو اڪـيـن جو اوجـارَ،
مـلـن مـاروءَ جام کي مـَـنُ لـُـڌو مونجهارَ،
قسمت قيد الماءُ جا آهـيـن ويـڙهـن منجهه ويچار،
بـاريءَ بـنـد بدا ڪيا عـمـر چـام آبـارَ،
وَتـوَاصـَـو بـاُ الـصـَّـبْـرِ ان آيت جي آڌار،
وتن ويچارا ويـڙهـه ۾ نـوري قـوت قرار،
سي ملايا ”مصري“ چئي، سـائـيـن رَبّ ستار،
سُـومـرا سـردار، جهانگي جهلج ڪيمَ ڪـي.

# (٩)

جهانگي جهلج ڪيمَ ڪبي، جهنگل جن جي جُوءِ،
ويـڙهـيـا ڪهـڻـن وليهين، سانگي سنجهه صُبوح،
پتولا پـنـوهـارن ڪي عـمـر آيو ۾َ آوءِ،
سون تنهنجو سـومـرا، سانگين سـنـدي سُوءِ،
ماڙين ڪان ”مصري“ چئي، هـنـد پليرا هـوءِ،
پٽي پـاـنـر ڏيـهـہ جي خاصي ڪـاـن خوشبوءِ،
راجا روه بـَروه، جهانگي جهلج ڪيمَ ڪـي.

# (١٠)

جهانگي جهلج ڪيم ڪي، جن جون جهوڪون جهنگن پر،
موڪل ڏي تہ ميٺين وڃان، تـاـڪ جيئـهين جا تر،
ڪنگاليون قصور ري، ڪوٽن قـيـد ۾َ ڪر،
واري مـنـج وطن ڏي بـاـپـاڻـن بـربـر،
ڏاڏي ڏوهـہ ڏمر جهانگي جهلج ڪيمَ ڪي.

## (۱۱)

جهانگي جهاج ڪيم ڪي جن جون جهوڪون جهنگن وٽ،
تنهنجي ڏنبر ڏڪائيا، ڍاڻي اندر ڏيٺ،
عمر ڄام الله لڳ هي قيد ڪڙولا ڪٽ،
سنڌيءَ سندا سومرا، عيب ڪيمُ اُهٽ،
جن جون ڀهون ڀرن پٽ، سي جهانگي جهاج ڪيمُ ڪي،

## (۱۲)

جهانگي جهاج ڪيم ڪي، جن جون جهنگهن منجهه جهوڪون،
چنين چيلاڻن جون، ڀنڊيم ٿي ڀوڪون،
گڏجي گولاڙن جون، آئين ڪاموڻيا گوڪون،
آءُ پڻ آبائي وڃان، جت مينهن وسن موڪون،
راجا چڏ روڪون، جهانگي جهاج ڪيمُ ڪي.

## (۱۳)

جهانگي جهاج ڪيمُ ڪي، جهنگ جنين * جُويون،
وڃهن ڦاڙڳن ڦٽاڙا، ٻنوڇارن ٻُويون،
ماروءَ سنڌي مشڪ جُون، ٻر آچن ٻُوٽيون،
تن سانگين سيم ساهه ڪي، سيهون هٿي سُويون،
ٿا ٻوڄ پيادن پڇڙا خُوب ڪٿيو ڪويون،
جن رنگ ٻلا رويون، سي جهانگي جهاج ڪيمُ ڪي.

## (۱۴)

جهانگي جهاج ڪيمُ ڪي، جهنگل جن جي جاءِ،
سنتم جو سڏ سومرا سانگين ڪي مَ سُڏاءِ،

---

* سجر ق حيرهين.

قيدَون ڪيءُ ڪنگاليون پنوهارين پُهچاءِ،
سائيه ڳنان سومرا، ستيي ڪيمَ سِڪاءِ،
واري مُنج وطن ڏي، ناحق نيرَ نہ پاءِ،
اِيَ پڻ سوپ سندياءِ، جهانگي جهلج ڪيم ڪي.

## (١٥)

جهانگي جهلج ڪيم ڪي، جهنگن جن جايُون،
ڏنيون ڏوتيئڙن ڪي، رڃن واڏايُون،
وڏو مُلڪ ملير جو، تيون سائيه سرهايون،
ڪي بنديائيون بند مان، جي قيدن ڪنبائيون،
جن پوجَ پهون پايون، سي جهانگي جهلج ڪيمَ ڪي.

## (١٦)

جهانگي جهلج ڪيم ڪي، جن جي جهنگن جهورَ.
مُنهنجي پرت پنهوار سان، جيئن سا چاند چڪور،
ويني ويڙهه وصال جا، دل ۾ ڪربان دور،
ڪنديس قيصا ڪوٽ جا، ابائن سين اور،
ملي ماروءَ چام سان، هينئڙي لاهيان هور،
ظالم ڇڏي زور، جهانگي جهلج ڪيم ڪي.

## (١٧)

جهانگي جهلج ڪيم ڪي، جن جي جهنگل جهات،
آهيم انهي ڏيهه جي اندر آجَ آسات،
موڪل ڏي "مصري" چوي تہ وڃي ڍاہر ڍاربان ڍات،
ڏسان ڏاڏائن جا گهونن اندر گهات،
اڪيون اوڏاهين ڪنان، گوڙهن پريو ڳات،
ڪارڻ واحد وات، جهانگي جهلج ڪيم ڪي.

## (۱۸)

جهانگي جهاج ڪيم ڪي، جهنگل جن جي جُهرَ،
هٿ وسن ٿا نت ويڙهه، ۾ اٿئي پهر اَبُرِ،
"قَدِ الْمَاءُ قَوِيٌ" ٿيو آنديس هت اَمُرَ،
وَرُ ميڙو ماروءَ چام جو، ڪوهه دولت تنهنجا دُرَ،
آءُ ڪيئن اطلس اوڍيان، ڪچو لائي ڪُرَ،
سانگين جا سچا ڪيا صاحب سيل سُتُرِ،
"جَزَاكَ اللهُ فِي الدَّارَيْنِ خَيراً" اهڙا ان آجُرَ،
ڦٽا ڪر فخر، جهانگي جهاج ڪيمَ ڪي.

## (۱۹)

جهانگي جهاج ڪيمَ ڪي، جن جون جهوڪون
جهنگل هُون،
مٺا مينهن "مصري" چئي، ٿا پائر وسيو پُون،
ڏيڙ ڏرازيون آنهين، ٿيون ڏوبو ڏوبو ڏُون،
موٽ گهرجين مارئي، چوڙيليون ٿيون چُون،
اُڏي عمر چام جي ٿيون ريلن رتو رُون،
گهر جن جا گهُوناگهون، سي جهانگي جهاج ڪيم ڪي.

## (۲۰)

جهانگي جهاج ڪيم ڪي، جهنگل جن جي جهال،
لڱئون لوهه لهي پيا، سانگين ڪئي سنڀال،
موڪل ڏي "مصري" چئي، ٿيا سرتين ڏئي سال،
پائي سون تنهنجو سومرا، لاهيان لڱئون لوئي لال!
ڏونگها ڏوٿيڙن ڪي، آهين اهڙا عيب افعال،
مون جهڙيون ملير ۾ هُت هيڪانديون همسال،
ڪوڪڙ ڪانڌن سان چونڊي، آئيون ڪانبا پري ڪال،

ڏنو ملڪ ملير جو مارن متا مال،
پٽ پنوهارن اڏيا ڀائر پڪا ڀال،
ڪنهن ڀڳ وڌي ڪانڪا زنجيرن ۾ زال،
پلا ڪري پال، جهانگي جهلج ڪيڪي.

## (٢١)

جهانگي جهلج ڪيم ڪي، جي جهنگل وتن جام،
جنت وڏائون جن جنبذن ۾ ته اڇيو ٿين عام،
”لا خوف عليهم ولا هم يحزنون“ اِي ٿين انعام،
بيرون ٿينده بنگلا هونده هي نه حمام،
پونگا پٽن پر اڏيا مارن ماڳ مقام،
آهيم عرض الله کي سچو صبوح شام،
ميڙيندو ”مصري“ چئي آگو ساڻ اِڪرام،
واري ميڙ وطن کي سانگين سندي سام،
نالي نبيءَ ڄام جهانگي جهلج ڪيم ڪي.

## (٢٢)

جانگهي جهاج ڪيم ڪي، جهنگ جنين جولان،
اَن ڀائر پکا اڏيا، ”مصري“ چئي مڪان،
اڳ نه آباڻي پار جي، قيدن پيئي ڪانه،
”صم بڪم عمي“ ٻروتن بينجان،
ڏٽ اڳاهين ڏيهه جا سرتين ڪيا سامان،
ملي مَڪَ ملير جي، تنهنجا ڪوهه ڀلاَ ٿون ڀاڻَ
هر ڪنهن مهل حمير جي، هاڃي ڪيا حيران،
عمر انهيءَ ڏيهه جا ڏوتي ڏين نه ڏانَ،
ڀاڇائيون هي پاتشاهه، ڪپي ويندئي خان،

آخر هلنديون اوڏهين، آهين هت امان،
ڪارڻ رب رحمان، جهانگي جهلج ڪيم ڪي.

(٢٣)

جهانگي جهلج ڪيم ڪي، جهنگل جن جاگير،
سرتيون سچي سيل سان سرهيون منجهه سرير،
ڏنيم ڪيانتن خبرون، سنديون مُلڪ ملير،
وري ويڻ وصال جي هنڌڙي آيم هير،
لڳئون لوهه لٿهي پيا، قلت قيد ڪٽير،
"لا تقنطو امن الرحمة الله" اِهي دلاسا ڏير،
موڪل ڏي "مصري" ڇوي عمر چام امير،
جن برين ڪنيا ربير، سي جهانگي جهلج ڪيم ڪي.

(٢٤)

جهانگي جهلج ڪيم ڪي جهنگل جن جهالون،
مون لاءِ مارن ٿي وڏيون هُت ڦوڳن ۾ فالون،
ڪين وهنديس ڪوٽ ۾ سِر ڪري شالون،
سيل وڏي سان سرتيون، ٿيون لويون ڪن لالون،
جن جُون مُور نه مجالون، سي جهانگي جهلج ڪيم ڪي.

(٢٥)

جهانگي جهلج ڪيم ڪي، جي پنيءَ پر پائن،
سرها وڻ سائيه جا، ڪڏهن نه ڪومائن،
آجها آڏ ٿرن ۾، اڏيا اباڻن،
ڇوڙيا ڇيڪ ڇنن ۾، ٻکر ٻاٻائن،
ويٺه وتائن "مصري" ڇئي مُشڪ جي.

# وائي

آهيم آس الله ۾ من ڏيهه وڻ مون ڏيکاري،
مَنَ ڏو ٿيھڙا ڏيکاري اٿم آميد الله ۾..........

١- منهنجو من سائيه ۾ ڇيها ڏو هٿ چاري،
قسمت قيد الماءَ جي آهه ماريس هيت مونجهاري،
اٿم آميد الله ۾.........

٢- وسُون ولهرن ۾ ٿيون آيا ويڙهيچا وڳ واري،
جهنن پاسي جهوپڙا، اڏيا ساهڙين سينگاري،
آهيم آس الله ۾.........

٣- ڪاٿين ڪيھ ڪانونبڙا اوءِ پسيون پٽن پالاري،
ڪنڊن هيٺ قراريا سي واهونديءَ وساري،
آهيم آس الله ۾.........

٤- جف القلم جڻائيو مون کي ڪو دم ڪوٽ ڪناري،
اوڪا قيد عمر جا اچي احمد چام آڪاري،
اچي عليَّ شير آڪاري،
آهيم آس الله ۾.........

٥- رات ريہاري آئيو آنان اونيڙو الڪاري،
مدد تي "مصريءَ" جي ويا گوندر غم گذاري،
آهيم آس الله ۾.........

# داستان پنجون

## (۱)

پنيءَ پر پاڻ اچي بوءِ عطر جي،
سُرها وڻ سائيھ جا، ڪڏھن نہ ڪومائن،
اڇھا آڏ ڏرن ۾، اڏيا اباڻن،
ڇوڙيا ڇيڪ ڇنن ۾ ٻڪر ٻاٻاڻن،
ويٺھ وٿاڻن، "مصري" ڇٽي مشڪ جي.

## (۲)

وسن ٿا ان ويڙہ ۾، اٿئي[۱] پھر آبرَ،
موتين جھڙي مينھن ڄجي، مٿھن ٻاٻاڻن ٻرَ
"وَ سَقَاهُمْ رَبُّهُمْ شَرَابًا طَهُورًا" پين پاڪ پلَر،
آٿين ويل آسُر ميڙا ڪن ملير ۾.

## (۳)

ميڙا ڪن ملير ۾ سانگي سائيھي،
درونھن ڪن وَرَن سين جيڏيون مون جيئي،
"اَلْفِرَاقُ اَشَدُّ مِنَ الْمَوْت" پري ھيءَ پيئي،
ڏاڏاڻا ڏيھي ڪنڌن ھيٺ قراريا.

## (۴)

ميڙا ڪن مارير ۾ ٻاٻاڻا ٻڪر،
آن قوت ڪڪائون قيمتي ساڏو ھيون سگر،
ڪِھ؛ ڪاڻونبا؛ ڪُنيمُون، پَچَڪيمُون، پُرت، پتَرَ،
ھيءَ بندياڻي بند ۾، ھو ويچھيون پاسي وَرَ،
الاھي امر، ليک لکئي مان نہ لھي.

## (٥)

لِک لِکئي مان نہ لهي، کين متجي مس،
قلم "کُن فيکون" جو سٽائو سرس،
قضا روز کريم جي ناهہ ويچاريءَ وس،
کنهن پر لايان کيئن وڃي سند و قيد ن کَس،
قادر پيچ قفس، لاهہ فراق فقير تان.

## (٦)

لاهہ فراق فقير تان سانگي سيڙ ستار،
ڏسان ڏاڏي پوتيون پهون پٽ پنهوار،
ويڙهيون ۽ ولهار، ماڳ اهيڏي "مصري" چئي.

## وائي

صبح سائيڪا سنجيم سائهين سان سنجيم ساهڙين سان،

١- سرتيون سنجهي سُتيون، لاهي لاڳاپا، سنجيم......
٢- اڏون اوڙک آنجا سڙيا لسيٽ سگا، سنجيم......
٣- پڪا پيچ پنيءَ جا پوٽن بس ڪيا، سنجيم......
٤- اوسا آنهن آنهن جا کُهنا کوس ٿيا، سنجيم......
٥- وڃي ويڙهيچا تيا تر ۾ تاڻيڪا، سنجيم......
٦- موهر مان "مصري" چئي اڙي لوء ويا، سنجيم......

# داستان ڇهون

## ( ١ )

هن مُند هيڪاندا، هتي سرتيون ساڱيڙا،
پاڻي پوج پٽن ۾ تڙپن ٽانگهيڙا،
اڏي ويٺم اوڏڙا، جهوپا جهانگهيڙا،
وري وانگيڙا ڪرَ لهندم ڪوٽ ۾.

## ( ٢ )

هن مند هيڪاندا، هتي سانگيڙا سرتيون،
رڱين لاڪيون لوئيون، ڳوڙهي رنگ رتيون.
وتن ويجهيون ويڙهه ۾ جهڙيون ڪر ڪتيون،
سدائين سائيه ۾ سُرهي سهيل ستيون،
ڇتن منجهه ڇتيون منهنجون ڳتيون ماروئين.

## ( ٣ )

هن مند هيڪاندا، هتي ماروَن منجهه ملير،
همسن مون هڪ جيڏيون پورين پسُ پنير،
منهن جي انگ الست ۾، جيڪس هٿا زنجير،
اچي پيس اوچتي سهمن منجهه صغير،
ڪهڙا ڪيم ڪبير، سڌ نه پيم سومرا.

## ( ٤ )

هن مند هيڪاندا هتي مارو منهنجا ميٽ،
صبح سائيڪا سِنجيا، مون پاپائن سين پريٽ،
لِکئي لوح قلم جي، سا سِتائي سيٽ،
بي ڪس اندر پيٽ، ڪهڙا مون ڪبير ڪيا.

(٥)

هن مند هيڪاندا هُتي جهانگي منجهہ جهنگن،
قوت ڪڪائون قيمتي ٻاٽي ٻوچ ٻتن،
مون جيڏيون ان ماڳ ۾ گهونن ٻلس گُهمن،
ڏوتي وجن ڏت ڪي، آڏيءَ آڏ ٿرن،
رائي ريل رهن، ماروئڙا "مصري" چئي،

(٦)

هن مند هيڪاندا هُتي ڏوتي اندر ڏرهہ،
ڪو نہ ڏٺائون ڪڏهين سيءَ سيارو سيهَ،
پٽي جا پائر جي مٿي ڪٿين ڪرهہ،
منهن ۾ سونهين ساروئين پگهر پن پٽرهَ،
رويهون ٿيم ورهہ ڏني ڏاڏائن کي.

(٧)

هن مند هيڪاندا هُتي سانگيئڙا سندم،
ڏيهي ڏاڏي پوٽيون ٿرن منجهہ ٿيم،
سانير سنگهارن جا، سهٽي رات سئم،
پرو پرڏيهيائيءَ جو ڪڏهن ڪوٽ ڪندم،
لڏي لوءِ ويم، ڪندين هيٺ فراريا.

(٨)

هن مند هيڪاندا، هُتي سانگيڙا سندام،
آڏيءَ اباڻن سين، سائيڪا سنجهام،
چنڊا جارين وچ ۾ وَرَ وٽ ٿي رکيام،
هينئڙي نبت هُريام لڪن لوبلرن جا،

## (٩)

هــن منڊ هيڪاندا هُتي ريلن راتو ڏينهن،
پڪا پال پٽن ۾ متان وٺن مينهن،
نوان لائي نينهن ڪنڊن هيٺ قرار يا.

## (١٠)

هــن منڊ هيڪاندا، هُتي ريلن منجهه رهن،
ستم جــو ســڏ سومرا، سانگي ڪين سهن،
"لاَ خَوفٌ عَلَيهِم وَلاَ هُم يَحزَنُونَ" بيٺڪ منجهه برن،
ڪنبن ڪڪ چرن، ڪنڊن هيٺ قراريا.

## (١١)

بَرَ ڪيائون بيٺڪون، ٿَر ڪيائون ٿاڪَ
سچ سٽا سَچ (١) ۾ متان پهين ماڪ،
ساريو گهڻ گهري هيئون چوڏس چڪن چاڪ،
انهن جي اوطاق، مانَ پسان "مصري" چئي.

## (١٢)

بر ڪيائون بيٺڪون، ٿاڪ ڪيائون ٿرَ،
سانگين هُوءِ سيهن پرين زريون زيور زر،
سدا سهڙن سَچ ۾ پينيءِ پٽن پر،
عَفوَ ڪر آپر، عمر چام آمير ٿُون.

## (١٣)

مَجرَ مَڪَ "مصري" چئي ڪوڪڙ جنهين قوت،
رهن سدائين رَجَ ۾ سيل سندن ثابوت،
لوني لاَ يَمُوتَ بخشش ٿي برن تي.

---

[١] ٻي پڙهڻي نسخه ق، رولنهه.

## (١٤)

وسن تا آن ويڙهہ ۾ آئو پهر آهر،
موتن جهڙي مينهن جي منهن باپائن بر،
وَسَقَاهُمْ رَبُّهم شَرَاباً طَهُوراً پيئن پاڪ پلر،
آئيو ويل آسر، ميڙا ڪن ملير ۾.

## (١٥)

ميڙا ڪن ملير ۾ سانگي ساٿيهي،
روئنهن ڪن وَرَن سين جهڙيون مون جهڙي،
اَلفِرَاقُ اَشَدُّ مِنَ المَوتِ پري هيءَ پهڙي،
ڏاڏائا ڏيهي ڪندن هيٺ قراريا.

## وائي

آئين تون الاهي پانڌي پاڻ پار جو آئين تون الاهي.

١. پٺيءَ پير پنهوار جي پڙي نہ پاڇائي،
پالڌي ............

٢. ڪُر اسان جي ڪاڻ ڪا اطلس انگ ڇُهاڻي،
پانڌي ............

٣. ڪتي ڪاڻُڙ ڏيهہ جي مون ڪي ڍول ڏکائي،
پانڌي ............

٤. خاصي خود باقن ڪان لوئيءَ جي لالائي،
پانڌي ............

٥. جهڙي چانو چنن جي تنبو نہ تهڙائي،
پانڌي ............

٦. "مصري" ماروءَ چام جي کُهڻي مون کسر آئي،
آئين تون الاهي پانڌي پاڻ پار جو.

# داستان ستون

(١)

جيئن هت پلنگ پٽرائيون، پالڪيون، تيئن هُت واريءَ وڇاڻا،
بمڪس رهن برن ۾ اڏي اباڻا،
ڏسنديس ڏاڏاڻا ڪر مري ويندس مارئين.

(٢)

جيئن هت ڪچناريون ڪيوڙا آمان انب انگور،
تيئن هُت ڪرڙ ڪکوڙيا ساڏوهيون ساڏور،
ميان ماري آهيان ماڻگين سنڌي سُور،
ڀَهَن چاريان پُور، گڏجي گاموئن سان.

(٣)

جيئن هت ڪچناريون ڪيوڙا آمان انب انجير،
تيئن هُت ڦوگ ڦلاريا کونيٽ ۽ ڪَو ڊير،
پڪا پيرون پٽ جا ماڪيان مِٺا مير،
موڪل ڏي "مصري" چوي ڪڍ قضا جا ڪير،
ڪتيرن سان ڪير وڃي پيان ويڙهه ۾.

(٤)

جيئن هت نجمل بادلا ايلاچا عنبير،
تيئن هُت ڏوئيرا ڏاس جا مارن مُرڪ ملير،
جيئن هت گلبدن، گجراتيون، تيئن هُت لاڪڙ لوئين ليڙ،
هاڃا چڏ حمير، ڪڍ بندياڻي بند مان.

(٥)

جيئن هت محلاتُون "مصري" چئي تيئن هُت پونگا مٽي پيٽ،
مي جي پسين سومرا، سندا چَوُرن چيٽ،

اَڄَ ڙَ چاريم آڏهين، ٻاٻائمن سين ٻٽَ،
مارو ملندم مٽ ويندا، گوندر گذري.

(٦)

جيئن هت طعام طرح جا، تيئن هُتَ سَهس پيترا ساڳ،
جيئن هت بالائون بنگلا، تيئن هُتَ مارُن مَنَهن ماڳ،
ڪاڄ ڪتيرن ڪنيون، لاڻا، لُڏُر لاڳ،
پلا تنين ڀاڳ، جي پيڙيون پتارن سين.

## وائي

ويندا لوهہ لَهِي، اَڄُ سَياڻي،

١- ”لا تَقنَطوُا مِنْ الرَحمَتِہِ اللّٰہ“ سند و ٻرين ۾ تَهي،
اڄ سياڻي،........

٢- آخر هلندين ۾ اوڏهين ۾، ڪو ڏينہ ڪوٽ رَهِي،
اڄ سياڻي،........

٣- ناٿي نيڻ ڏهوڙيا، ڏُنهنجي نينہ نَهي،
اڄ سياڻي.......

٤- ملنديئي ”مصري“ ڪان ميڻي ماڙيچن جي مَهِي،
اڄ سياڻي.......

# داستان الون

## (١)

ڪِٿي ٻڪر ٻيريون، ڪِٿ ٻيرون ڪِٿ پنهوار،
ڪِٿ ڪارا ڪوهر، کهريون، ڪٿي ڏن ڏٺار،
ڪِٿ وهڪون ويڙهيجن جيون، ڪٿي ون وڻڪار،
ڪٿي ماڳ ملير جو، ڪٿ ٿرن جي تڏڪار،
ڪٿ سرتيون سڀ سنگهار، ڪٿي ٻيڪس ٻند ۾.

## (٢)

ڪٿي ٻَڪَرَ ٻيريون ڪٿ سرتيون ڪٿي سِيرُ،
ڪِٿ سگهر ساهيڙين جا، ڪٿي مُلڪ مَلِيرَ،
ڪِٿ سيما رڃُ ساڏوهيون، ڪِٿي کَمرُ کُندرُ،
ڪٿي ڦوڳهون ڦوهرا ڪٿ ڪونيٽ ۽ ڪو ڊيرُ،
ڪٿي مارو مِيرُ، ڪٿي وَڻ وَلهار جا.

## (٣)

ڪٿي ٻڪر ٻيريون، ڪِٿي مَڪَ مُرنَ،
ڪٿي پينر پٽيون ڪٿي چونرا چِٽ،
ڪٿي رِوهڪون وانديُن، ڪٿي پائُر پَٽَ،
هاڻي پاڳين متي پيٽ، ٽيندو ميڙائو ”مصري“ چئي.

## (٤)

ڪٿي ٻَڪَرَ ٻيريون ڪِٿ پائُرَ ڪِٿ ٻيرون،
ڪِٿ هيڪانديون هڪ جيڏيون ڪِٿ ڪانڙ جيون ڪيرون،
ڪِٿ مَنَهن ماروئڙن جا ڪٿ رولوڙن ويرون،
وٺي چانگُون چڳيرون، آويِر تِر آٿي ويا.

## (٥)

ڪِٿي ٻڪر، ٻيريون، ڪِٿي ٻيڙڪا ٻِيُوڻ،
ڪٿ گوسي ڪٿ گاڏيليون، ڪِٿي اوڙڪ آوڻ،
وَرِي ساڳي سُوڻ، ٻاگهين ٿيئن پٽن تي.

## (٦)

ڪِٿي ٻڪر، ٻيريون، ڪِٿي ويڙه وٿاڻ،
ڪٿ چانگُون چيلاٽن، جيئُون ڪِٿي ٻاگهين ٻاڻ،
ڪِٿي ساڻگي سرتيون، ڪٿ پاڙيچن پرياڻ،
ڪِٿي تيڻن ٿاڻ، ڪِٿي سانيڪا سَٿيون.

## (٧)

ڪِٿي ٻڪر ٻيريون ڪِٿ جيڏيون منهنجو جَوٽ،
ڪِٿي پاڏر پٽيون، ڪِٿي عُمر ڪوٽ،
ڪِٿي لتسيءِ لتوٽ، ڪٿ ٻرهيون ٻاٻاڻن جيئُون.

## (٨)

ڪِٿي ٻڪر، ٻيريون ڪِٿ ٿاريلن جا ٿاڪ،
ڪِٿي ٻينڪ ٻَرَ جي ڪِٿي ٻَلڙُر ٻاڪ،
قِٿِري دل فراق، عَمر اباڻن ري.

## (٩)

ڪِٿي ٻڪر ٻيريون، ڪِٿي رمهير رمِنَهن،
ڪِٿي جويِن جيڏيون ڪِٿي ڏوٿي ڏينهن،
سيمِڦي سَٽپ سينهَ، آسون عمر ڪوٽ جيئُون.

## (١٠)

ڪِي ٻڪر ٻيريون ڪِي مَڪ مُهِرَ،
ڪِي لُنڊر لائيون، ڪِي بيئڪ ٻر،
ڪِي سَنگها مڪئيون، ڪِي گهارڻ گهر،
ڪِي لاکيون لوئيون، ڪِي پنهوارن پرَ
تورو لائي ٿر، موڪل ڏي "مصري" چئي.

## (١١)

ڪِي ٻڪر ٻيريون، ڪِٿ مريڙا موڪ،
ڪِي ڪاٺر ڪٽيون، ڪِي ترن ٿوڪَ،
عوب الاچا اُنڪي، لوڻيءَ وارا لوڪ،
ڪِي جهانگين جهوڪ، ڪِٿ بندياڻي بند ۾.

## وائي

ياڻي حال حَمير منهن جا مٽ ملير ۾، ياڻي حال حمير....

١- سَٽا کيريون سرتيون سُرَها سندن سيرَ،
منهنجا مٽ........

٢- آرهنم آن جيون ڳالهڙيون، سهسين منجهه سرير،
منهنجا مٽ........

٣- فيدالسماءَ قويٌ جا زوراور زنجير،
منهنجا مٽ........

٤- ٻيان پوچ پنهوار سين ٻلڙر پس پنير،
منهنجا مٽ........

٥- ميڙ تہ مانڊائي لهي فضل ڪر فقير،
منهنجا مٽ........

٦- ميڙئين رَبَّ "مصريءَ" کي برڪت مُرسل مير،
منهنجا مٽ... ....

# داستان نائون

(۱)

جن سان ونڊيم ويڙهه ۾، ٻِسيُون، ٻِسُ ٻِنيرُ،
ٻاڻي ٻير ٻُڪن ۾ ڪَو ڪڙ ۽ ڪَو ڏيرُ،
سي مارو منجهه ملير. ڪنهن سان ڳرهيان ڳالهڙيون.

(۲)

جن سان ونڊيم ويڙهه ۾ ٻاڙُ جا پيرون،
ڪَتين منجهه ڪاتُونبڙا، ڳوشي ٿي غيرون،
سي آيا تان نه آجهور ۾، ڪيئن آجڙ آويرون،
آهَ ٻيوس هٿ ٻيرون، ڪنهن سان ڳرهيان ڳالهڙيون.

(۳)

ڪو ڪڙ ڪانٻا هن ۾ ميٺي ڪَتين، ڪيهَ،
آيون آس الله جي مَرتيُون منجهه سائيه،
ڪرتي قوت ڪڪن جي سٿون سيارا سه
رُونجهو روڙي هليون ٻامن ٻڪٽي ٻهه،
ڏسان ڏوٿي ڏهه آنَ سحابي "مصري"! چتي.

(۴)

ڪو ڪڙ ڪانٻهن ۾ ميٺي ڪيهُ ڪتين،
آنديون آس آلله جي ٻَهُون ٻٽ ڍِٺين،
آچي آن اگوندري مَجَرُ ماڪ مٿين،
وڏاڻون آئي ويڙهه ۾ ساوا ساڳ اُميٺين،
اچا آس اٿن، وري وس چرڻ جي.

## (۵)

ڪو ڪڙ ڪانباهن ۾، ڪَهون ڪوڏ پڏن،
سدا سهڙن سُچ ۾ سچا سيل سَندن،
گهارين گهونن وچ ۾، هيڪانديون هنڏن،
رڙهي تن رَندن ميلان مانَ "مصري" چئي.

## (۶)

ڪو ڪڙ ڪانباهن ۾ ہڏن ڪوڏ ڪهون،
چيڙيون چتَنَ وچ ۾ پنهوارن پهون،
وندي ورچي پاڻ ۾، پرهيون پيئن ٻهَون،
ويڙهيچن وَهَون، قسمت آندي ڪوٽ ۾.

## (۷)

ڪو ڪڙ ڪاناهين ۾، ڪهون ڪوڏ ڪسين،
پاڻي پاڪ پلر جو پئن پلس پرين،
اَجڙ آڏ ترن ۾، اَلتي سج اُٿين،
ڏونرا، پَسيُون ڏين، پهت پنهواريون پاڻ ۾.

## (۸)

ڪو ڪڙ ڪانباهن ۾ ڏوٿي سونهن ڏاس،
لڳين لا ڪيون لوئيون، پاڪيزا پلاس،
ميوا، مُنگها، مکيئون، ڪاج ڪنيون ڪيہ خاص،
ويڙهہ وڻن ۾ واس، مال اجهائون مارو ئين.

## (۹)

مال اجهائون مارئين، آولا ڪين آڏين،
ڏرآن ڏنَ ڏٺاريون، گهُرَ سان نہ گڏين،
ڏونرا پَسيون ڏين، پهت پنهواريون پاڻ ۾.

(١٠)

ٻهتين ٻريُنئن پاڻ ۾ ڏين وڏن ڏونرا،
اوڍيون کٿيون آن جيون، پاند سندن ڦونرا،
ڪاٺي ڏل ڪونرا، جوڳي جهانگيرن لئي.

(١١)

جوڳي جهانگيرن لئي، ٻيڪس ٻنڊيائي،
ڪنٺيءَ وٽيون کٿيون، ٺي ٻرزا ٻرائي،
ما ڪيئن لنوئي لاهيان، ڏنل ڏاڏائي،
سينڌيس سڳائي، پائيهي هٿ ٻنهواريون.

(١٢)

جيڄي جهانگيرن لئي، هيءَ ٻنڊيائي ٻيڪس
اڇي عمر ڪوٽ ۾، ٿيم سُور سٽس،
جنهن جو محب ملير ۾، ما مارُئين وهي مس،
وري ڇٽنديس وَسَ، ڪنهن پر ڪوٽان نڪري.

(١٣)

جهجي جهانگيرن لئي، ٻنڊيائي ٻيحال،
وطن منجهه وٽون ٿيون، مارن مقا مال،
ڪي ٿيڊيائي جي ڪانم ڪا، سائيهئين سنوال،
ٿيا سٿهين صديون سال، ڏٺي ڏوٿيڙن کي.

—

# وائـــي

پانـڌي پارانہو ڀڄائيج پنهوارئين،
نيئي نياپـو ساري ڏيـج سنگهارئين.

١- قضا آنـديس ڪوٽ ۾ لاهـي لـياڪو
ڀڄائيج پنهوارئين .............
٢- پـڳي حد حساب جي سـتـرُ سياڪو،
ڀڄائيج پنهوارئين .............
٣- عمر جـي انصاف ۾ نـاهـي نيا ڪو،
ڀڄائيج پنهوارئين .............
٤- هت نہ آباڻن اڳ آيو وسئون وياڪو،
ڀڄائيج پنهوارئين .............
٥- هينئڙو هت نـہ ونـدري پـلـرُ پياڪو،
ساري ڏيج سنگهارئين.......
٦- اُچـي ڏرُ ڏناريان چـولـو چيڙهاڪو،
ساري ڏيج سنگهارئين .......
٧- ماروءَ ڪي ”مصري“ چئي ڏيج هي ڏوراپو.
ڀڄائيج پنهوارئين .............

—

# داستان ڏهون

## بيت (١)

قضا کڻڪاياس قسمت قـيـد الماءَ ۾،
وڃهـلُ ويڙهيچن جـي ربـي رهاياس،
ائہ ٿي آياس ڪُـہر ڪوٽ ڪنڌين ۾.

(٢)

ڪُہر ڪوٺ ڪنڌين ۾ آنديس ايرازي،
جدا جاليم ڏينهڙا، ٽڪئي طلہ' جي،
ميڙيس مُحابي، ٻڪا ٻڪ ٻلس جي.

(٣)

هيڪر ڏسي هُوند، جهوپا جهانگيئڙن جا،
منٿهن مينهن پُسائيا، پاڻ پچائيا ٻوند،
ڳڏيو ڪائين ڳوند، ماڪيءَ سان "مصري" چئي.

(٤)

ٿر جي ٿاريلا پٽين پاڻ وٽ ۾،
وٽن سدائين ويڙهہ ۾، عمر البيلا،
ڀرائين پنهواريون، چڻن ۾ چيلا،
روئن رتَ ريلا، مارو ئڙا ملير ۾.

(٥)

مارو ئڙا ملير ۾، وينٺا روئن رت،
مون جيڏيون، مون جهڙيون، منهنجو من سنگت،
آن ڪڏهين اوڏيو ڪونہ ڪو، پيرم ۾ پرت،
پنهوارن پهتُ، ڪٿيون ڪانڙ ڏيهہ جيُون.

(٦)

آن جيون آڏ ٿرن ۾، عمر آجهائون،
مونگها، مريڙا، مکيون، رونجهو روڙيائون،
سرتيون سٿي آئيون، سيارچ سائون،
ڪمي خطائون، موڪل ڏي "مصري" چئي.

آن جئون آڏ ٿرن ۾ وهڪون واريون،
آئي اوڀڙ سوريا ڇيڙيائون ڇاڙهيون،
ڪٿين منجهه ڪانونبڙا ڪاهن ڪهاڙيون،
ڪوهه محل ۾ ماڙيون، وَرُ پيهون پنهوارن جيون.

(۸)

آن جا آڏ ٿرن ۾، مَنهَن موچارا
سدا سانگي سَڄ ۾، وهسن ويچارا،
بينڪون ٻرن ۾، سِهَ ساوڻ سيارا،
پئون جيئن پارا، تيئن آجهي اوٽ الله جي.

(۹)

آن جا آڏ ٿرن ۾، جهوپڙا جهوڪون
سي جي پسين سومرا، جڏهن مينهن پئون موڪون،
ڪانئين ڪبهه ڪانونبڙا، گنولاڙا، گوڪون،
تن راجا ڇڏ روڪون، جن قوت ڪکائون قيمتي.

(۱۰)

قوت ڪکائون قيمتي، سون نه سڃاڻن،
ڪنٻن هيٺ قراريا، پونگا منجهه پاڻن.
اوڍي آطلش آبرا، ڪين ڇنيون ڇاڻن،
پاندن پراڻن، آنجي خواهش خوب ڪٿين سان.

(۱۱)

پيرون چونجهم پرينءَ سين، جهولين تي جهولئون،
پکيون پائر وٽ ۾، گولن تي گولئون،
نيوٽيون پريون نير سان، ڪن ڇو لين تي ڇولون،
ڪٿيون ڪانڙ ڏيه جون ڍولن تي ڍولئون،
آتان آنديم سومرا، ڪري اولن تي اولون،
ٻولن تي ٻولون منهنجون "مصري" ڇني مارن سان.

## (١٢)

وٺا مينهن ملير تي، موڪن تي موڪون،
ڇنين ڇپرن جون، ٻوڪن تي ٻوڪون،
ڪاڏيم ڪيت سچيت سين، هٿ گوڪن تي گوڪون،
سيج ۾ سنگهارن جيون، جهوڪن تي جهوڪون،
مون چت چوڙيلين جيون، چوڪن تي چوڪون.
ستم تنهنجي جون سومرا، هوڪن تي هوڪون
ڇڏ روڪن تي روڪون، موڪل ڏي "مصري" چئي.

## (١٣)

سدا ساڙوھن ۾ پيرن تي پيرون،
مون من ماڙيچن جيون هيرن تي هيرون،
سيئي ساريان سومرا، ويرن تي ويرون،
هي جي ميرن تي ميرون، سي وهي لاهيان ويڙھ ۾.

## (١٤)

هين وس ولهارن ۾ مينهن ڪي ماندائ،
پلر سيئي پر ڪيا پوٺا پٽ پراڻ،
مون سيئيون سرتيون ڪن ريلن منجهه رهاڻ،
ڪوڪڙ ۾ ڪوڏير سان پل پرپائون پاڻ،
آهيم انهي ڏيهه جي تن ۾ تاڻو تاڻ،
"مصري" چئي منهن ڪاڻ وهي لاهيان ويڙھ ۾.

---

# وائي مارئي ـ داستان ڏھون

اڄ لايائون اوير آيا تان نہ آجھور ۾.

۱- آن اويرون لائيون سھڻن جي سوير،
آيا............

۲- وڃي سُتا ويڙھہ ۾، پرين پساري پير،
آيا............

۳- آئي ڏيندم آن جي ڪتابت ھت ڪير،
آيا............

۴- ڪاڏيم جن سان ڪنهيون ڪين پائي پير،
آيا............

۵- پھري پن چرڙو ويا ھينئڙي جن جي ھير،
آيا............

۶- ميجو رتن موليا خاڪي خوب ڪٿير،
آيا............

۷- موچارا "مصري" چئي سونهين سانگين سير
آيا............

## بيت مارئي متفرقات

سھسين سڄ جھڪا ڪيا سا ڪا سنڌين سونھن،
تن سرتين جا سرير ۾ دم دم، ڏکن ڏونھن،
پسيو نٽن پرونھن، تنھنجون محلاتون "مصري" چئي.

پھرينءَ وٽس پٺن ۾ ٿيا گهم گنڌير،
سٺا ٿينڙيون سرتيون سرڪن منجھہ ملير،
ڳھر ڪيڙن ڪير، آلن مھنھن اگوندرا.

# ابيات متفرقه

( ١ )

توکي طلب جنهن جي، تنهن پڻ تنهنجي سڪ،
"فَاذْكُرُونِيْ اَذْكُرْكُمْ" سڪنهن هيترِي هڪ،
ڏاريـن ڪـيـي ڏڪ، پنهنجا سـڏي پاڻ ڏي.

( ٢ )

پنهنجا سڏي پاڻ ڏانهن، ڏاريـن ڪيائين ڏار،
"فَاذْكُرُوْنِيْ اَذْكُرْكُمْ"، پرت پروڙج پار،
اوڏا سـي اغيار، پـراهان سـي پانهنجا.

( ٣ )

تن ۾ جنهنجو تڪيو، مـن ۾ ماڳ مڪان،
سو ساجن سُرت سُبحان، آهي سدا ساڻ تو.

## نئون مليل بيت *

سنڌ ڦُربـي ڦِـڪي ٿيندي، ٿيندي پٽو پٽ،
ايندي آن کي هٽ، جنکي پوندو ترس نہ تر جيترو.

* هي بيت سيٺ حاجي محمد عالم ميمڻ نصرپور کان ٢٨-١٠-٦٨ تي مليو.

# فاني دنيا

نڪا منهن مرڻ جي نڪا جيئڻ جاءِ،
الدنيا ساعة سا تو آئي ساهه،
پورا انهين پانهه تہ ڪوڙي ڇانو ڪڪر جي.

(٢)

نڪا منهن مرڻ جي نڪو جيئڻ جال،
هيءَ حياتي هن جو موتيءَ ماڪ مثال،
رهگذر رنج راحتون منصب توڙي مال،
فنا سڀ في الحال رهندو نالو رب جو.

(٣)

نڪا منهن مرڻ جي نڪو جيئڻ جام،
ويندو مثل واءَ جي، هيءَ طلسم ترت تمام،
آهي حياتي حرام، ريءَ يادگيريءَ يار جي.

## بيت ملمعو

سهسين سوڌي سون، جيئن نڪائي ٽامو،
ٽانئي طلا نہ ٿئي، توڙي تپي تمامو،
ڪڏهن ٿيندو ڪينڪي اڪ منجهان آمو،
هون سچ ساموهون، ڏک ڏجهڻ ني گهوريا.

(٢)

ڪوڙو ڪوٺاريءَ وجهي ٽامون نڪائين،
ٽانئي طلا نہ ٿئي، جي ڪوري ۾ ڪائيين،
زر نہ ٿئي زور سان، توڙي هنر هلائيين،
سهسين سهاڳا وجهي، جي نوشادر ٽائيين،
واهه ٿو وڃائيين، محنتون ”مصري“ چئي.

## عجيب مثال۔ ”هڙ جا هيرا وڃائڻ“

(١)

وسوڙي ڪاٺي تہ ابو ويو اڪ ڪي،
ٻي اڪ ابي جي آسري، ڪٺي پرٺي پراٺي،
تہ بابا ٻلائي ڪري، ڪي چشم چڱا آئي،
پٺيءَ لڳي ٻيءَ جي ٿي نوران نماڻي،
”مصري“ چئي معذور ٿي چاڻي سڃاڻي،
لنئي والد وهاڻي، راهہ نهاري راتڙي.

(٢)

راهہ نهاري راتڙي، ويس والد ڪاڻ،
جو آهي ويو اڪ ڪي، سو الله ابو آڻ،
ويٺي پوڇي پير سا، پٺس ڪارڻ پاڻ،
هيهي مون تي هاڻ، هو ويو وربو ڪينڪي.

(٣)

هو ويووربوڪينڪي، هيءَ خوش دل ٿي خوش حال،
صبح سرتين ساڻ ڪري ٿي، مرڪيو ايءُ مقال،
تہ ابو ڪارڻ اڪ جي، مون ڪاڪيون مُڪوڪال،
سياٺي سُرسا وجهي، ڇيج ڪريندس ڇال،
ڪنديس جيڏين ساڻ جمال، وجهي آهوءَ جهڙيون اڪيون.

(٤)

آهوءَ جهڙيون اڪيون، ابو آٺيندو،
موڙهل سن معذور جو مزا ماٺيندو،
ٿاڪر ٿاريندو، انڌيءَ جي بہ اندر ڪي.

(٥)

انڌيءَ جي بہ اندر ڪي، ٿاڪر ٿو ٿاري،

ڪريل ڪي ڪلائيو، وهائي واري،
هونهين ٿي هاري، هيرا پنهنجي هڙ جا.

## بيت ٻولو. (مائي ليلا جو پٽ)

### (۱)

سائين سدائين هجين نصرپور ۾ نر،
ڏسي تو ڏاتار کي، ڪامي مرن ڪر،
مُدعي تنهنجا مات ڪيا، پاڪ ڏٺيءَ پرور،
ڀاڳ ڀليرا تنهنجا، وڏا آهن ور،
جي ڏسين نرم نظر، تہ ٿين ڀاڳ ڀلا ٻولي جا.

### (۲)

مرشد مون سان ماڙ ڪر، تون سچا شاهہ سڌر،
ڏين تا ميهڻا ماڙيچا جي، ڪر .... .... .... (۱)
بچائج تن بدُن کان، تون هاشمي هيڪر،
هڻ حيوانن کي هيٺئن ۾، .... .... .... .... (۲)
وڏي سگهہ توکي صاحب ڏني آڳي پاڻ اپر،
پسي پاڪ نظر، بخش بديون ٻولي جيئون.

### معما

زلف بکشا چشم بکشا، زلف بشکن جان من،
از پئی تسکین دل بریان من.

---

(۱) اصل نسخہ ۾ پني جي پاسي ضايع هئڻ سبب ڪر ڪان پوءِ جا اکر بہ ضايع ٿي ويل آهن.
(۲) ۾ ڪان نسخہ جي مٿين (۱) واري صورت سبب اکر ضايع ٿيل آهن.

# بيت متفرقہ سنڌي

( ۱ )

پريان سنڌي پار جون، ميريون ماکيءَ ماڪ،
جنہ خودي وڃي ڪانہہ، تہ اچي لذت لباب جي.

( ۲ )

آسمہ ڏونهن افلاڪ ڇڏي سير صفات جو،
وحدت سندي ويءَ ۾ نالو ناهہ نفاق،
مظهر آهي ماڪ، محمّد (صہ) معني هيڪڙو.

( ۳ )

آسمہ افلاڪا، وڃي لا ۾ لڏو لاهہ تون،
وحدت سندي ويءَ جا، لا ۾ ليکا،
پيا سڀ سياڪا، محمّد (صہ) معني هيڪڙو.

# مـولـود

آگا ڪري احسان لـــو، ميڙئين محمد ڪارڻي.

١- راتيان رسول الله لئي، اکڙين آکنڊ ارمان لـــو،
هر زمان حب هوت جي، هينئڙو ڪيم حيران لو،
ميڙئين محمد ڪارڻي .... .... ....

٢- بطحيٰ يثرب باغ ٿيو، برحق وُٺـو باران لـــو،
سرزمين سيراب ڪيو، ۽ اسلام جو ايوان لـــو،
ميڙئين محمد ڪارڻي .... .... ....

٣- بت ڀڃي براق تـي، راڪب ٿيو رهبان لـــو،
اورانگهي اڪرام سان، افلاڪ ۽ آسمان لـــو،
ميڙئين محمد ڪارڻي .... .... ....

٤- آيا احمد چام جي ڪُرنيش ۾ ڪون و مڪان لو،
هيڏيءَ حرمت هاشمي مشفق مٿس مننّان لـــو،
ميڙئين محمد ڪارڻي .... .... ....

٥- شافع شفيع المذنبين، شق القمر جنهن جو شان لـو،
انعام ٿيس عرشن چڙهي، امت عطا ايمان لـــو،
ميڙئين محمد ڪارڻي .... .... ....

٦- ميڙا ٿيا ملڪوت ۾، مرسل مٿانهون مانُ لـــو،
سڀني صلواتون ٿي پڙهيون، ساراهيو سبحان لـو،
ميڙئين محمد ڪارڻي .... .... ....

٧- ڪثر خطا ختم النّبيءَ جي واسطي وحدان لـــو،
معاف ”مصريءَ“ جا سڀئي عفو ڪر عصيان لو،
ميڙئين محمد ڪارڻي .... .... ....

# سر سسئي

## داستان اول

(۱)

جيڪر ڄاڻان ڄام، ڇڏي ويندم ڇپرين،
ڪنهن پر ڪيان ڪينڪي، آيل مون آرام،
ويساهي وريام، آڌيءَ رات آٿي ويا.

(۲)

جيڪر ڄاڻان جيئن، ڇڏي ويندم ڇپرين،
تہ سيج وڇائي سرتيون، هوند نہ ستيس هيئن،
وجهي ونگ وارن سين، تـوڏا جهليم تيئن،
اديون ڪري ايئن، آڌيءَ رات آٿي ويا.

(۳)

آڌيءَ رات اٿي ويا، ڪرها ڪشيائون،
جمل جانڪي هليا، ليڙا لانچيائون،
ٻار ڳورا ٻغدين تي، نيهي نڌائون،
ڏس جي ڏنائون، مهميزون "مصري" چوي.

(۴)

مهميزون "مصري" چئي، ڏس جي ڏيکاريائون،
ٻيا دوشي دلبرا، شتر سيڪاريائون،
ٻوٿي، ٻـڌي ڪرها، آڌيءَ اٿاريائون،
منزلون "مصري" چئي، چت ۾ چيتاريائون،
سٿت سينگاريائون، جلد جمازي جانجهرا.

(٥)

جلد جمازي جانجهرا، كاموئين نه كنڪن،
جي اوگهر ماري اٺيا، ته رات ٿي روهه رسن،
ڪرها ڪيچ ڏئين جا، هوري ڪين هلن،
آهه پيادي ڪيئن پڄان، آبل تن آئن،
متن "مصري" چوي مونکي، پني ٻاجهه پروچ ڪي.

(٦)

پوندي ٻاجهه پروچ ڪي، ڪامڻ ٿيءُ قزاق،
منٿي ويندئي سسئي، آٿاري اولاڪ
وٺي ڳس گونرن جو، ٿيءُ چهرلڻين (١) چاڪ،
متان پوئي ماڪ، پيرِ پريان جو نه لهين.

داستان ٻيو (سسئي)

(١)

سنبهي ٿيءُ سجاڳ، اوٺي ويندءِ اوچتا،
متان سمهين سسئي، پر ڏيئي ڪي پاڳ،
متيا آن "مصري" چئي، وڃهندءِ وهه ويراڳ،
وٺ وِروڪي واڳ، پائي پيچ پنهونءَ جي.

(٢)

پائي پيچ پنهونءَ جي، وٺ گونرن جو ڳس،
واڳون پوئج وچڙي، ول جيئن ڪري وس،

---

(١) ٻي پڙهڻي نسخه ق "چپولئين".

ٻوري شهر ڀنڀور ۾، تان تون ڪيم ترس،
هوتن سندو ستب ۾، ڏونگر ڏيندءَ ڏس،
رات ويندئي (١) رس، جيئن سچ نہ اڀري سيج تي.

(٣)

سج نہ ابرئي سيج تي، ليڙا ويندءَ لس،
پرنياٽي پنهونءَ ري، ڪوه داگينا ڏس،
هلج هاڙهي ساموين، هنئين لاهي هس،
ايندءِ بوءِ ٻرن ۾، مشڪ ڪٿوريءَ مس،
ٻانهن جهلج (٢) ٻس، پاٿهي نينده پاڻ سين،

(٤)

پاٿهي نينده پاڻ سين، ٻاروچاڻيءَ ٻاجهہ،
ڪين ڇڏيندءِ ڇپرين، "مصري" ڇني محتاج،
وجهہ وڙولون واجهہ، ٻيهي ٻب وٽن ۾.

(٥)

ٻيهي ٻب وٽن ۾، راهہ رڙهج ڪي رات،
حجت جي هوتن سين، وائي وار مِ وات،
ڪين ڇڏيندءِ ڇپرين، رفيع الدّرجات،
پرهہ ڦٽيءَ پريات، سکين پونديءَ مسئي.

(٦)

سچن سچ ايندا، متان ڪي ماندي ٿئين،
توسان قول قسم سي، پنهنجا پاريندا،
وري واڳ وصال جي، وسهج واريندا،
مُدعي ماريندا، توسين "مصري" ميلاپا ڪري.

(١) ٻي پڙهئي نسخہ ۾ راتو دوئي.
(٢) " " " جهلي.

# داستان ٽيون (سسئي)

## (١)

کھوري کھوريا کھڙ، ڀوري شهر ڀنڀور جا،
آهين، آريچن جا، بـر بُستان بحر،
ووڙج وَڙَ وڻڪار ۾، ونـدر ڏينئيَ ور،
ڏينءِ ڏَسُ ڏونگر، ڳڏبءِ جت جبل ۾.

## (٢)

ڳڏبءِ جت جبـل ۾، هلج سـاڻ هنئين،
تان تون تاڃ تڪڙي، جان سسئي ساهه ڏئين،
جيڪو دم جئين، رڙهڻ راحت پانءِ تون.

## (٣)

رڙهڻ راحت پانءِ تون، ڀوهءَ ۾ ڪر ولاڙ،
خيري ڏيندءِ خبرون، سنديون جتن جاڙ،
پڇندءِ حـال پـهاڙ، پاٽـا پـب وڻـن ۾.

## (٤)

پاٽيان پب وڻـن ۾، هلي ايندءِ هـوت،
موني ڪرِ متان ٿئين، فـي الحقيقت فـوت،
مُوتُوْا قَبْلَ اَنْ تَمُوْتُ، مائيندينءَ "مصري" چوي.

## (٥)

مائيندينءَ "مصري" چـوي، جتن جو جنسار،
ڪين ڇڏيندءِ ڇپريـن، ڪيچ ڏٺي ڪوهيار،
ويچو پـانءِ ۾ وار، ساجن ساهه پساهه سان.

## (٦)

ساجن ساهه پساهه سان ويجهو وهي وٽ،
وَنَحْنُ اَقْرَبُ اِلَيهِ مِنْ حَبْلِ الْوَرِيدِ، ڳهوٽ تنهنجي ڳهٽ،
ڇان ويچاءِ مَ ڇٽ، ڪوهه نهارئين ڪيچ ڏي.

## (٧)

ڪوهه نهارئين ڪيچ ڏي، ويو ونڌر منجهه،
وفي انفسڪم افلا تبصرون، هوت تنهنجي هنج،
ڏونگر وجهندو ڏنجهه، سگهي ملندينءَ ساٿ ڪي.

## (٨)

سگهي ملندينءَ ساٿ ڪي، ڏکي ڏرين ڪوهه،
مَالَهٗ وَوَلَدُهٗ اِلَّا خَسَارًا، اِيءُ مڙيئي موهه،
تهدل ٿيندو توهه، پاروچاڻي پاڃهه سين.

## (٩)

پاروچاڻي پاڃهه سين، لنگهي ويندينءَ لڪ،
فَاذْكُرُونِي اَذْكُرْكُمْ، سسيءَ لَمَّا شڪ،
جهڙن جهولا ۽ جهڪ، رهبر ٿيندو راهه ۾.

## (١٠)

رهبر ٿيندو راهه ۾، پرين اچي پاڻ،
ستان ساهيئين سئي، سينو سائين ساڻ،
ڪيچي لهنديءَ ڪاڻ، پسي پهر پنهونءَ جي.

## داستان چوٿون (سسئي)

### (١)

سُتيئن ليڪ لسوان ڪري، حيف تنهنجي حال،
هُيءَ سَنڌ هاڻ جي، سندي جتن جال،
هيءَ لاڏائو ساٿڙو ڪي لڏيندو ڪال،
تڏهين ستت ڪر سنڀال، آڏو اوٺين جو رکي.

### (٢)

متان وسهين سسئي، ٻوليءَ ٻاروچن،
ويساهي وڃن، جت جاڳائين ڪينڪي.

### (٣)

متان وسهين سسئي، ٻاروچاڻي ٻول،
ڪوڙين ڪيائون قول، اورانگهي اٿي ويا.

### (٤)

متان وسهين سسئي، سخن سرواڻن،
سوڦو ڇڏ سهاڳ جو، ڪي اوڳي ننڊ اکين،
اِيَ پر اوٺيڙن جي، ويساهي جي وڃن،
سڄو سڳ ڇنن، مڪراني "مصري" چئي.

### (٥)

متان وسهين "مصري" چوي، آرياڻي انجام،
ٿويج پرڏيهين جي، لڳي منجهه لگام،
جتن ڇڏيون جام، توجهڙيون تونگ ورن ۾.

(٦)

جيئڻ آهہ جنجال، مرڻ بہ وڏو سامرو،
جدائي جتن جي، ڪئي جان زوال،
ڪنهن پر ڏيندو ڪيچين، وندر منجهہ وصال،
حياتي نہ حلال، پلڪ چام پنهونءَ ري.

(٧)

جيڏيون پول جتن جي، ڪام وسي ڪا ڙي،
هوتن منهنجي هيج ڏيئي، دل چوٽ وجي چاڙهي،
ڏير ڏيئي ڏاڙهي، پوءِ چوريءَ وَرُ وٺي ويا.

(٨)

چوريءَ وَرُ وٺي ويا، ڪوڙا قول ڪري،
پيهر پول پروچ جي، ڪا متان دل ڌري،
جيڪا مون جيئن ڪندي مائٽي، سا پوندي
ٽٽي (١) تري،
بوتا بلوچن جا، هلن ڪين هري،
جا سرواڻ سان سگ ڪندي، سا جيئري منڊ مري،
وٺي ڏک ڏري، "مصري" چوي مڪرانين جا.

(٩)

ساهيڙيون صلاح، آيون ڏيڻ ڏکيءَ کي،
اَلسَّفَرُ قِطْعَةٌ مِنَ النَّار، ويڙهيون ۾ وڙاهہ،
اِهدنا الصِّرَاطَ المُسْتَقِيْم، سُوڌن جا سياءَ،
آريائي اڳيان، ٿو پنڌ جون پرکون لهي.

---

(١) ٻي پڙهئي نسخہ گنج ۾ "نهہ".

## (١٠)

پنهونءَ ڏانهن پيغام، ڏي سورن جا سنئي،
العشق حجاب بين العاشقين، قاصد پئي ڪاڻ،
ڳرهه ڳرهي ڪينڪي، اي آڏي آئي آڻ،
تون لحظي لائــي لاڻ، پڻءَ پيادي پنڌ ڀڄ.

## (١١)

سعهه م تَنيءَ سجاڳ، جاڳ جفا ڏي جيءَ کي،
تنهنجا پهت پنهونءَ سان لالانگها، لڄ لاڳ،
ستـــيـي ويندءِ سنئي، وجهي ويهه ويــراڳ،
تن مَيين جي ”مصري“ چئي، وٽ وروڪي واڳ،
رک محڪم مٿي ماڳ، آڏو آريـــچـن جـو.

# ڏوهيڙا - سرائڪي

## (١)

ميكون مالا مال مرصع، ساغر ڏتا ساقي،
مستي مار هٿائي هستي، حالئون حزن هلاكي،
مهرئون ٿيا محبوب سبحاني، "مصري" نال ملاقي.

## (٢)

ميكون مست الست امانون، ساغر ڏتا ساقي باده باقي،
آهين جام جنون دردام گهتيوسي، ظالم زلف دوطاقي زور مشتاقي،
هستي سر هسوار هيوسي، پستي پهر پوشاكي نور نزاكي،
"مصري" قبل الموت مبارك، آكر عشق عطاكي، علي الصباح كي.

## (٣)

جنة المولى جام ڏتوسي، محبوبان ملكوتي،
نرمي نال نسيم نگاهان، نوراني ناسوتي،
جوين جوت جمال الهي، جلوه نما جبروتي،
دين كفر معنى وچ هكا، لا مكان لاهوتي؛
"مصري" معما مخفي مظهر، سارا راز ثبوتي.
(١٠ رمضان المبارك ١٣٢٠ هجري)

## (٤)

وحدت كثرت ول ول ويچا، بيچون بي نشانا،
ما گ تيڏا ملكوت نہ جاڻن، اور كوئي انسانا،
ملك فلك فردوس جهنم، آخفي علم عيانا،
شيرين، تلخ دي معنى "مصري" مطلب رهم مستانا،
(٢٧ ربيع الثاني ١٣٢٢ هجري)

## حصو ٻيو

### (۱)

نـال فجر دي مُرشد مليا، حُزن هجر سب ٽونـا،
گـل گلزار گلستان گلشن، دل وچ لايس پونـا،
ٿيـا بستان بهار برابر، پيلا خشڪ ہرونـا،
بره بدل وچ ويڙهي اسان ڏي، چوهه ڪنون آ چونا،
مني مجلس محبوب مٺيس، مرسن مُدعي ڪاهُ مرونا.

### (۲)

نال فجر دي مـرشـد مليا، سبب ڪيتا رب سائين،
ڪلُ ڪلُ ڪول قلب دي، اندر ڪيتس ڪعبہ قبلہ نمائين،
آگ آواهم خليل دي وانگون، باغ ڪيتس هر باهين،
وحدت ڪثرت وچ ويکايس، هرجـا حق هڪائين،
چپ گيا شب تاب عقل دا، ڪيتا جلوا عشق جتائين.

### (۳)

نـال فجر دي مرشد مليا، مهر ڪيتي رب مولـى،
عـلـي شـيـر اندر دا، اسانڏي آڪر ڪڙڪا ڪولا،
ويـک حسن حيدر دا، گلشن چاڪ ڪيتا وت چولا،
ٿـي خوشبوه خوشحالي، خورم ٻچ گيا سپ ٻولا،
راهون رد رقيب ٿيـا، اتـي اڏر گڏس وچ اولا،
"مصري" ڪون وچ مجلس، اپني گڏ ٻلهائيس گولا.

### (۴)

ڪاف ڪتابت ڪثرت والي، وحدت انـدر وسري،
ذاتي ذات صفات وچالـي، ڏي نـظـارا نـسري،
چاهہ زنـخ وچ غوطا مارين، غـربـت والا گسري،
عزيز مصر دا اور نہ ڪوئي، تون هي يوسف "مصري".

# حصو ڏيون

(۱)

سڀ جڳ دا تون صاحب صانع سڀکو آکي سائين،
حسن قبيح وچ حاضر ناظر، جلوه نما هر جائين،
وحدت کثرت کون و مکان، وچ سهسين رنگ سمائين،
”مصري“ ديان محابي مرسل، خاوند بخش خطائين.

(۲)

سڀ جڳ دا تون صاحب صانع، سائين آکي سڀکو،
تون لاريب لقب لاثاني، اور نهين اغلب کو،
امرؤن پاجهہ الاهي تيڏي، طلعت طاق نہ طبقو،
”مصري“ سيتي نال مهر دي، سولا کرين سبب کو.

(۳)

سڀ جڳ دا تون خالق مالک، ملک فلک دا مولي،
آحديت اولانگهہ گڏيئي، آ عبديت دا اولا،
کهي خيالون خلعت خاکي، چؤرنگ پاتوه چولا.

(۴)

کهي تماشي تخت هزارون، ڏي نظاري نولا،
بر کر بي رنگي دا برقعا، چورنگ پهريه چولا،
احديت اولانگهہ گهڏيئي، آ عبديت دا اولا،
جهنگ سيالين رنگ عجائب، پيا پتو پت پولا،
يا تون يوسف ”مصري“ رانجها يا تون ڍاني ڍولا.

# حصو چوٿون

## (۱)

برھم والــي برجستي يــارو لـڙدي مردان مردي،
صلح فراق ڪون چاڻن ھڪا گردش گيتي گردي،
ڪاون غـم ھميشه غـازي، پيون خـون جگر دي،
إذَا آتَمّ الْفَقْرُ فَــهُوَ الله، غازيان گرمي سردي،
"مصري" مُلحد مار ڳڌن ڪي ڪاتي قضا قدري.

## (۲)

بـرھم والــي برجستي يــارو، جوان جنگاور جيتا،
وونڃي چاڙھم وحدت دي، تنھان توڪل ترھا ڪيتا،
احـد صفت دا اولا ھٿ سڙھم ســاز صبر دا سيتا،
نوڙت نـال نياز نڪونجون، إنھان نانھ نھاني نيتا،
"مصري" وچ موجاندي مردان، پاڪ پريم رس پيتا.

## (۳)

مصري مردانا ھو مجمو پيوين قدح ڪلالون مالا مالون،
صم بُڪم عمي آڪر محو ٿيوين مقالون قيلون مقالون،
'موتو قبل الموت' مبارڪ وحدت نال وصالون ڪيف ڪمالون،
ھر ڪنھن حال ھميشه حياتي جنت جاءِ جمالون في ڪُلّ حالون.

## (۴)

مسي خور مست سدا متوالي، عاشق رھن آداسـي،
مير ميٺ اڳيون ساقي دي، ساغر پيون پتنگ پياسي،
مسجد مندر ھڪا چاڻـن، "مصري" مٿرا ڪاسي.

## (٥)

"مصري" متي خور مست الستي، مرد ملنگهہ مستاني،
ڇوڙ خودي دا خيال اجايا، خان ڪڙن خمُ خاني،
هستي ڪون هر حال هٽاون پستي پي پيماني،
ڪرن طواف هميشه تائب، دير مُغان ديواني.

## (٦)

جوڳي ڇوڙ جڏاهين آيا، تخت تمام هزارا،
مالا پاءِ مهيسي، هريا مُرلي گهنُ متارا،
برهم بناءِ بڇيندا، باهين بيراڳي بڪيارا،
ناد آناءِ نهي دا، دليان نحن دا ڏي نظارا.

## (٧)

جوڳي ويک جنجال گهتيوسي، مُرلي سُنکر منکون،
نيڼان والي نوک نظر دي، تڙک لڳي آ تنکون،
کيہر مار کاليجا گهايس، کوک سٺاوان کنکون،
"مصري" موت مباح امان ڏا، آس ماهي مست منگهن کون،

## پيروي

وره ويراڳين جي واٽ، پورب وارو ويا پنڌ پڇائي.

١- سنجهي سامين ڪئي هنگلاج هاڻ جي،
وائي نہ واريئون ٻي ڪا واري، ورڻ جي،
گهيڙ ڏسي اونها گهاٽ، ٿمر ڪنيائون سفر چتائي....

٢- نينهن وارن کي ننڊ نہ آئي،
اک آلک ڏي لنوڻ جن لائي،
اٿي ويٺي آڪاٽ، ويل نہ ويڻا ويڻ وڃائي....

٣- آڇيا آديسين چيلهہ بند چيڙا،
پاڪ پلهہ سي نہ ڪيائون لنگ ليڙا،
ڏسي لاهوتين جي لات، جوڳي جبروت ۾ ويا جوت جڳائي....

٤- "مصري" مد محبت موريا،
بره بادل جي ڪڪر ڪڪوريا،
ڇمر پيئي جن تي ڇاٽ، ويا وڻ واسي واٽرا وسائي....

## پيروي

آءُ اورانهون سپرين! مون ڀولهيءَ جا ور موڙ مٿهرَ.

١- هوت! هلي آءُ هيڪر، دم دلبر پرين! وڃ مَ پرانهون،
پنهون ............

٢- مون کي ننڊ نهوڙيو، ڳوري ڪيس گهر آسَر اکر،
پنهون ............

٣- توريءَ تونگ وٽن ۾ ڪير لهي ڪر، خانَ آ خبر،
پنهون ............

٤- مدد ٿيءُ "مصري" جي ٻاروچا، ٻڌ ٻاڪر، رس رهبر،
پنهون ............

## پيروي

ديسين جو آيل، ڙي جيجل! سگ ڏاڍو سخت ستائو.

۱- ڪين ٽڪندا ڪڏهين لاهوتـــي،
ڪنهن پـَـلُ ڙي جيـجـل، ........

۲- ســون جهليـندي نـہ رهيـا،
جوڳيئڙن کي جهل ڙي جيجل ........

۳- نيهـن اڙائـــي نـانـگـن ســان،
پـاتـم جيءَ جنجل ڙي جيجل ........

۴- مهيسين جـــا "مصري" چــئـي،
آئـي مارگ مـلِ ڙي جيجل ........

## غزل پارسي

مقيد دل دوعالم کرد، معنبر زلفِ مشڪينت،
هـمـه هوشيار در حيران، ز معنى سخنِ رنگينت.

سـحـرگاهـانِ از شـوقِ دريـده غنچه پيراهـن،
بمانده نـرگـسِ تحير ز نوکِ چشمِ نمڪينت.

معنبر خـال مشکينت، ربـوده لالـہ و نسرين،
چـنـان پـر داغ در گلشن، نموده نـاز غمگينت.

## ڪافي سر تلنگ (ڏنل شاهہ)

مون تان جانب جيءَ ۾ (۱) جڙيون، تنواروُن طلب تنهنجي جيئُون.

۱- پاند ڳچيءَ پائي پريِن پرچايون، ڀاڻ ڀلائي تون ڇڏ بيپرواهيون،
لوليءَ تنهنجي لئيون، مون تان جانب .... .... ....

۲- جڏهين پرت جو پنڌ پڇين ٿو، وات ڏسيو وريو ڪيئن وريِن ٿو،
هڏ نہ پوئتي هٽيون، مون تان جانب .... .... ....

۳- ڀري قدم رس قرب کي ڪاهي، هن جهان ۾ تنهنجو ڇا آهي؟
گهارڻ آهن گهڙيون، مون تان جانب .... .... ....

۴- ”ڏنل“ ڏاڍو عشق الاهي، ڦيريو وجهي ٿو فڪر جي ڦاهي،
اکيون، اکين ۾ اڙيون، مون تان جانب .... .... ....

(۱) ٻڙهٽي نسخہ ق (منجهہ).